# مسڪين جهان خان کوسو

(تبصرن سميت)

محمد بخش بلوچ مخمور

بي اي (آنرس) ايل.ايل.بي




سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد سنڌ

1998ع

ڪتاب جو نالو: مسڪين جهان خان کوسو.
موضوع: سوانح عمري.
ليکڪ : محمد بخش بلوچ مجنون.
ٽائيٽل ڊزائين : موتي.
ڪمپوزنگ : "ناز" ڪمپيوٽر اڪيڊمي.
آفيس نمبر 18- سيڪنڊ فلور،
شيلٽر ڪينٽ شاپنگ مال،
ڪينٽونمينٽ، حيدرآباد، سنڌ.
فون: 784350
ڪمپوزڊ باءِ : شنيل حميد ميمڻ
قيمت : اسي روپيا فقط
Rs: 80/=

سنڌي ساهت گهر ڪتاب نمبر (108)

Miskeen Jahan Khan Khoso
By: Mohd Bux Balouch Majnoo
Published by: Naz Sanai
Sindhi Sahat Ghar
Office No-18, Second Floor,
Shelter Cantt, Shopping Mall,
Cantonment, Hyderabad.
Phone: 784350
Book No. (108)
Price PerCopy: 80/=

# پيش لفظ

هي ننڍڙو ڪتاب محض "مسڪين" جهڙي بزرگ هستيءَ کي گمناميءَ جي گوشي مان ڪڍي، عوام سان آشنا ڪرڻ جي هڪ ننڍڙي ڪوشش آهي ۽ بس. مسڪين خود مجيندو ته مون سندس سوانح حيات لکڻ ۾ نه ته ڪا ڪنجوسائي ڪئي آهي ۽ نه مبالغي کان ڪم ورتو آهي. مسڪين جيڪي ڪجهه آهي، برو يا ڀلو، عوام اڳيان اصلي روپ ۾ آڻي بيهاريو اٿم. اڳتي فيصلو عوام تي آهي ته هو مسڪين کي روبرو ڏسي واٽسي جيڪا وڻي سا راءِ قائم ڪن.

منهنجي خيال مطابق سوانح حيات لکجي ته زنده انسان جي لکجي، جنهن کي ڪتاب جي روشنيءَ ۾ "ايڪسري" ڪري ان جون ڪميون پيشيون بخوبي ڏسي سگهجن. باقي "مئل ماڻهو لاءِ ته اخلاقاً هرڪو چڱو چوندو. ڇاڪاڻ جو مئو ويچارو ڪک به نه سهي.

پڇاڙيءَ ۾ آءٌ سيني تبصري نگارن - صحافين، ايڊيٽرن، عالمن، اديبن ۽ شاعرن جو شڪريو بجا آڻيان ٿو. جن منهنجي ڪتاب تي فراخدليءَ سان تبصرا لکيا ۽ پنهنجي موقر اخبارن ۽ رسالن ۾ وقت به وقت شايع ڪيا ۽ پڻ پاڪستان رائيٽرز گلڊ جو ٿورائتو آهان. جنهن منهنجي ڪتاب جي قدر شناسي ڪري، پنج سئو روپين جي گرانقدر انعام سان نوازيو.

آءٌ محترم غلام علي الانا صاحب جو به شڪريو ادا ڪريان ٿو. جنهن صاحب مون کي انسٽيٽيوٽ آف سنڌيالاجيءَ جي ڪتابن مان استفادي ڪرڻ جي اجازت ڏني.

**مجنون بلوچ**

# فهرست

نمبر | صفحو

اصل ڪتاب

مسڪين جهان خان کوسو — 83 کان 161 تائين

تعارف



تبصرا

نمبر | صفحو





ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

# تعارف

## (1)

### باسمه تعاليٰ

هيءَ ڪنهن سردار جي سوانح حيات ڪانهي. مسڪين جهان خان کوسي جي سرگذشت آهي. پر جنهن ان کي پڙهيو. تنهن کي "مسڪين جهان خان کوسو" ڪتان ٿو وسري! بيشڪ وري وري ياد ايندو. ۽ جي ڪنهن سائينءَ جي سنواربي کي اها ياد ستائي ته "مسڪين" سان ملڻ ۾ دير ڪانه. رڳو هن ڪتابڙي جي مصنف ميان محمد بخش کي هڪل هئي. هو صاحب پاڻ کوسو بلوچ ۽ مسڪين جهان خان جو پاڙيسري ڀاءُ آهي. مختيارڪارن جي برادري ۾ پڻ نالو داخل اٿس ۽ هلندي پڄندي وارو آهي. مسڪين کي ملائڻ ۾ دير ئي ڪانه ڪندو. هڪ ڀيري بنده ڪيس اهڙي گذارش ڪئي ته دير ئي ڪانه ٿي. ڏينهن ٻه گذريا ته ميان محمد بخش ٺهڪ ڏيندو ٺلندو اچي پهتو ۽ سائس گڏ مسڪين جهان خان کوسو به پنهنجي دستوري هڙ پنارڪ سوڌو هڪيو تڪيو حاضر!

ٿوري. پر واه جا رهاڻ ٿي. اهڙو ئي مسڪين جهڙو هن ڪتاب ۾ خاڪ مٽي جي مُٺ. پر قابل عزت ۽ احترام. "مٽيءَ جي مان" واري حقيقت ٻڌائي صاحب گهڻو اڳ بيان ڪري ڇڏي. پر "آءٌ" ۽ "مان" جي ڪوڏين کي ڪٿان ٿي سمجهه ۾ اچي! "مسڪين" وٽ "آءٌ" ۽ "مان" آهي ئي ڪانه. هو "مسڪين" آهي. خادم آهي. وٽس عمل آهي. خدمت آهي. نياز آهي. نئڙت آهي. ڏسڻ ۾ ماڻهن جهڙو ماڻهو آهي : جي چڱن

ڪي سگهن ها تہ سندس نهرا نظر اچن ها. پر اسان جي ڪوتاه بيني جي ڪهڙي ڳالهہ! جي اهل نظر هجون تہ جيڪر خرڪارن کي اهل ڪار نہ سمجهون.

هن ڪتابڙي جو لکندڙ ميان محمد بخش،پاڻ کي "مجنون" سڏائي ٿو، پر خرد کان خالي ناهي. سندس اکين ۾ ديد ۽ دل ۾ درد آهي. اسان وٽ ڪيئي "مسڪين" ۽ "جهان جا خان" موجود آهن. پر ڪين ڪير ٿو سجاڻي ۽ ڪير ٿو پڇي! ميان محمد بخش تہ ويتر مختيار ڪار - ۽ مختيارڪارن آڏو چور بڄهن ۽ ڇٽن. جن کي چور منهن پون سي چورن کي ئي سڃاڻن. "مورن" تي "مختيارڪارن" جي نظر پوي، سو هڪ معجزو آهي. پر ميان محمد بخش، اهو معجزو ڪري ڏيکاريو. مور کي سڃاتائين ۽ هنجهہ ـ ي هنيين لاتائين. نہ صرف سندس حسن انتخاب لاءِ ڪيس جس پر سندس حسن بيان لاءِ ڪيس آفرين. فن سوانح نگاريءَ ۾ سندس هي ننڍڙو ڪتابڙو وڏو يادگار رهندو.

سنڌ يونيورسٽي
4 جون 1967ع

موقر هفت روزه "آزاد" ڪراچي

(26-فيبروري 1967ع)

# تعارف

## (2)

(ڪتاب شايع ٿيڻ بعد)

# "ادو منهنجو!"

هر هڪ انسان جو انداز پنهنجو پنهنجو ٿئي ٿو. اٿڻ ويهڻ پنهنجو، ڳالهائڻ ٻولهائڻ پنهنجو. لهجو جدا، الفاظ جدا. بهرڪيف هر هڪ انسان پنهنجي مٿي هڪ منفرد شخصيت جو مالڪ ٿئي ٿو. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ائين چئجي ته هر هڪ انسان وٽ ڪو لفظ، ڪو جملو يا ڪو محاورو، "تڪيه ڪلام" طور ڳنڍ ٻڌل آهي، ته به ڳالهه سئو پئسا سچي ٻيهندي.

منهنجو ڪيترن اهڙن انسانن سان واسطو رهيو آهي، مگر انهن سيني ۾ هڪ شخصيت اهڙي به آهي، جيڪا نه رڳو مون لاءِ، پر اڄڪلهه ته ڪشمور کان ڪيٽي بندر تائين هر پڙهيل ڳڙهيل شخص لاءِ قابل صد احترام آهي. سال 1967ع جي مشهور ترين ڪتاب "جهان خان کوسو" جي مصنف محترم محمد بخش "مجنون" بلوچ کي ڪير نٿو سڃاڻي؟ قدرت جا رنگ به خوب نيارا آهن! اهو ماڻهو جيڪو اڄ کان هڪ سال اڳ هڪ مختيارڪار جي حيثيت سان هڪ مخصوص

حلقہ سان متعارف هو. اج اهو سنڌ جي نون لکندڙن ۾ ميدان ماري، وڃي ڀهرين صف ۾ بيٺو آهي. ايتري ڀرپور ڪاميابي ۽ ايتري شهرت، شايد ئي ڪنهن ٻئي سنڌي ليکڪ کي ايترو جلد نصيب ٿي هجي. ڳالهہ شروع ڪئي هئي سين، "تڪيہ ڪلام" تان. سو "مجنون بلوچ" جو "تڪيہ ڪلام" آهي، "ادو منهن جو!"محفلن جو مور مجنون بلوچ، پنهنجي دوستن خواه ٻين سان ملڻ وقت، جيڪو پهريون استقباليہ جملو چوندو آهي، اهو آهي "ادو منهنجو."

پهرين نظر ۾ اهو بہ جملو لفظ ڪٽي ڪيترو بہ خشڪ، غير مانوس ۽ اوپرو لڳندو هجي، مگر ان ۾ جيڪو خلوص ۽ پنهنجائپ سمايل آهي، ان کان ڪوبہ سمجهدار انسان انڪار ڪري نٿو سگهي. رسمي ۽ غيرمخلص الفاظ مسٽر، سائين، حضور، سرڪار، رئيس ۽ ڀوتار، توهان ۽ اسان کي، خاڪ روب کان وٺي هڪ ڪرسي نشين تائين ڳلي ڳلي، ڪوچي ڪوچي ۾ ملي ويندا، مگر ٻاجهہ ڀريا بہ ٻول، جن ۾ فقط پنهنجائپ ٽئي ٿي ملڻ محال آهن. "مجنون" بلوچ اسان جي ضلعي دادو ڏويزن ۾ ٿن مکيہ تعلقن ميهڙ، دادو، خيرپورناٿن شاه ۾ مختيارڪار ٿي رهيو آهي. تعلقہ خيرپورناٿن شاهہ ۾ ڪيس تمام ويجهو ٿي ڏٺم. انتهائي مخلص، ملڻ سار، نهايت ئي کلٽو ماٺهو ڏٺم. سندس ڪچهري شام جو ڇهين بجي کان ٻارهين بجي تائين روزانو ٿئي ۽ ڪڏهن بہ ڪچهري مان ڪڪ ٿي ٻاڻ نہ اٿي، مگر ڪچهريءَ وارا معافي وٺي اٿن. سڀ اٿن پوءِ "ادو منهنجو" ٻاڻ اٿي. ٿنهي تعلقن تي سياست جو اثر ۽ مکيہ ڪردار ادا ڪرڻ وارا، مگر سياست جي لاهن چاڙهن ۽ خفن کان بلڪل بي نياز هر هڪ سان هڪ جهڙو سلوڪ رکڻ وارو. راڳ رنگ جي محفل هجي يا علم ادب جي، "مجنون بلوچ" "ادو منهنجو" سڀني کان سرس ڏسڻ ۾ ايندو. يارن جو يار تہ آهي ئي، پر مون کي پنهنجي دوست نما دشمن سان بہ خير خواهي ڪندي ڏٺو. سندس تصنيف جو ڪهڙو ذڪر ڪجي؟ بخدا مون سندس تصنيف لاءِ

هوٽلن ۾، سئنيما ۾، گاڏي ۾، لاريءَ ۾، پليٽ فارم تي، اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾، اخبارن ۽ رسالن ۾ پڙهيو. ملڪ جا مشهور و معروف اديب ۽ دانشور سندس تصنيف لاءِ زباني خواه تحريري صورت ۾ داد ڏئي چڪا آهن.

مولانا گرامي، ڊاڪٽر خليل، محمد ابراهم جويو، ڊاڪٽر بلوچ، قاضي عابد، محمدبخش جوهر، محسن ڪڪڙائي، شمشيرالحيدري، حميد سنڌي، مريد جوڻيجو، رشيد ڀٽي، نياز همايوني، احمد خان آصف، علي نواز وفائي، عبدالحليم جوش، علي احمد بروهي، رسول بخش پليجو، محمد عثمان ڏيپلائي، مرزا اجمل بيگ، غلام رباني،افضل نصرپوري، حيدر بخش جتوئي ۽ نہ معلوم ٻيا ڪيترائي صاحب آهن، جن "مجنون بلوچ" ادو منهنجو، جي تصنيف کي ساراهيو آهي. سنڌي زبان جي سڀني اخبارن ۽ رسالن ۾ اهي تبصرا ايندا رهيا آهن ۽ اڃا بہ ٿين پيا. مان انهن اهل علم دوستن کان پڇان ٿو تہ آهي ٻيو اهڙو ڪو سنڌي زبان جو ڪتاب، جنهن کي هر طبقي ايترو ساراهيو هجي؟ "ادي منهنجي" جو ڪتاب ننڍڙو آهي، مگر ٻولي، انداز بيان ۽ موادجي لحاظ کان هيءُ ڪتاب پنهنجو نذير نٿو رکي. اهڙي بي نذير ۽ لاجواب چيز لکڻ تي "مجنون" صاحب کي جيتريون بہ مبارڪون ڏجن، اهي ٿوريون آهن. مصنف جي ذهن جي وڏائي انهيءَ مان ظاهر آهي، جو هڪ مسڪين ۽ روايتي لفظن ۾ "اڇوت" انسان جي سيرت ۽ ڪردار تي هڪ مستقل ڪتاب لکي ورتو اٿس. هونءَ بہ سنڌي زبان ۾، سوانحي ادب تي هن کان مستقل تصنيف، خير ڪا ڏسڻ ۾ ايندي. اسان جا اديب ۽ ليکڪ هميشہ مئلن جي يادگيري گهٽي ڪندا آهن. انهيءَ لحاظ سان بہ "ادو منهنجو" جوهيءُ ڪارنامو تحسين جي لائق آهي. منهنجي دعا آهي تہ "مجنون" خوش و خورمُ هجي ۽ لکندو رهي، کلندو رهي. ادي منهنجي جو تصنيف ڪيل ڪتاب "مسڪين جهان خان کوسو" سڀني بوڪ اسٽالن تان ملي سگهندو. دعا آهي تہ "مجنون" بلوچ خضري حياتي ماڻي ۽ اسان کي انهيءَ خلوص سان "ادو منهنجو" سان ڪينڪار ڪندو ۽ پاڪر پائيندو رهي. آمين!

شيخ عبدالحليم "جوش"
[نئين زندگي- نومبر ١٩٦٧ع]

## تبصرو

## (١)

# مسڪين جهان خان کوسو

- سخت سياري جي آڌيءَ رات، جڏهن ٿڌ جي لهر کان تخيل جو جسم به ٺرڪڻ لڳي ٿو، ڪو مزدور گهران ٻاهر نڪري ٿو ۽ تڪڙيون تڪڙيون وکون کڻندو، پاڙي جي ڪنهن ڊاڪٽر جو در وڃي ڪڙڪائي ٿو. "ڊاڪٽر صاحب! خدا جي نالي، منهنجي پٽ کي هلي ڏسو. سندس حالت نازڪ آهي. اوهين ڪيس موت جي منهن مان به بچائي سگهو ٿا. اوهان جي هٿ ۾ شفا آهي." ڊاڪٽر صاحب پهرين ته نابري واري، پر پوءِ گهڻي آزيءَ نيزاريءَ تي هلڻ لاءِ تيار ٿيو. وري ڪجهه سوچي، في اڳواٽ گهرڻ لڳو. "ڊاڪٽر صاحب، اوهين هينئر هلو، هڪ معصوم ٻار جي زندگيءَ خاطر. مان سڀاڻي شام تائين اوهان جي پائي پائي چڪائيندس." ڊاڪٽر، جو منيءَ ننڊ مان اٿي آيو هو، سو منٻيون ڀيڙي، اکيون ڦوٽاڙي، چپ پڪوڙي مزدور کي ڌڪو ڏئي، دربند ڪري، وڃي گرم بستري تي آرامي ٿيو. ٻئي پاسي، هو مجبور انسان، انتهائي مايوسيءَ جي عالم ۾ سڏڪا ڀريندو، گهر موٽي آيو. سج اڀرڻ کان اڳ، سندس چند جهڙو پٽ، هميشه لاءِ ڪانئس وڇڙي ويو!

- هڪ هوشيار پر غريب ڇوڪر کي گهربل اسڪولي يونيفارم ۽ درسي ڪتابن نه هئڻ ڪري، سندس استاد ڪيس اسڪول مان ڪڍي ٿو ڇڏي. هو روئندو پيءُ وٽ اچي ٿو، جو اڳي ئي، ڊگهيءَ بيماري سبب، پائيءَ پائيءَ کان محتاج آهي. ٻئي ڏينهن، ساڳيو ذهين ڇوڪر، شهر جي ڪنهن شاهراهه تي پنندو نظر اچي ٿو!

ڪپڙي جو واپاري، اگهه چوٽ چاڙهي، انگ ڍڪڻ وارن جي کل لاهي ٿو. دوا فروش، بيمارن جي مجبورين جو فائدو وٺي، ڪانئن گهربل دوائن جي ٽيڻي، چوڻي قيمت گهري ٿو. سماجي ڪارڪن، ٺلهن وعدن ۽ ڪوڙن آسرن تي، عوام کي پنيلاڻڻ جي ڪوشش ڪري ٿو.

آخر ائين ڇو ٿو ٿئي؟ ان لاءِ، ته ڪنهن کي به ڪنهن سان همدردي نه آهي. ڪوبه ماڻهو ٻئي جي ڏک کي پنهنجو ڏک نٿو سمجهي. انساني همدرديءَ جو جذبو، خودغرضيءَ جو شڪار ٿي ويو آهي. خدا، جن کي پنهنجن غريب ڀائرن جي سار لهڻ جي سگهه ڏني آهي، سي پنهنجن گهرن ۾ ته سدائين ڏياري ڪرڻ گهرن ٿا، پر اوندهه ۾ رهندڙ ڀاڙيسريءَ کي فقط هڪ رات لاءِ به ڏيئو ڏيڻ پسند نٿا ڪن.

نيپولين سان هڪ ڀيري سندس ساٿين، ڪنهن ماڻهوءَ جي خود غرضيءَ جي شڪايت ڪئي. تنهن تي هن پڇيو ته "ڇا، اوهان کي ڪو اهڙو هنڌ به سجهي، جتي مطلبي ماڻهو نه لڀندا هجن"" مشهور نقاد سينٽ بيو، جو ان وقت موجود هو، امالڪ وراڻيو: "هائو! تنهنجيءَ دربار ۽ لالچي اميرن جي رنگين محفلن کان پري، فنڪارن جي هڪ ننڍڙي بستي آهي، جتي هر هنڌ خلوص، ۽ هر طرف سچائيءَ جي سونهن نظر اچي ٿي. وٽن نڪي آهي سون ۽ چاندي، نڪي آهن هيرا ۽ موتي، پر انساني همدرديءَ جو اڻ کٽ خزانو ضرور آهي."

اڄ جيڪڏهن نيپولين زنده هجي ها ۽ منهنجي موجودگيءَ ۾ ساڳيو سوال پڇي ها ته جيڪر، سينٽ بيو کان اڳ مان کيس محمد بخش بلوچ "مجنون" جو لکيل ڪتاب "مسڪين جهان خان کوسو" ڏيندي ٻڌايان ها ته سنڌ جي ورباسي تعلقي ننگرپارڪر ۾، رڄ ۽ سڄ جي باوجود، هڪ اهڙو مفلس پر مخلص شخص به آهي، جنهن جي دل ۾ نيڪيءَ ۽ انساني همدرديءَ پنهنجو گهر اڏيو آهي، جنهن جون اکيون ڏتڙيل عوام جي ڏکن ڏاکڙن تي لڙڪ وهائين ٿيون، پر ظالمن تي باهه جا الا وسائين ٿيون: جنهن جو ڌهڪائيندڙ آواز، ظالمن جو هانو ڏاري ٿو، پر مظلومن جي حقن جي حفاظت ڪري ٿو: جنهن جو قلم هڪ بهادر سپاهيءَ جي تيز تلوار وانگر، انسانيت

جي دشمن جا سر قلم ڪري ٿو ۽ جنهن پنهنجي زندگيءَ جا هڪ ٻه سال نه، پر سموري زندگي مسڪينن ۽ محتاجن جي خدمت لاءِ بنا ڪنهن اجوري جي، وقف ڪري ڇڏي آهي. هو نه ذات پات جي پچا ڪري ٿو، ۽ نه دين ڌرم کي پنهنجيءَ راهه جي رڪاوٽ سمجهي ٿو. ۽ نه وري هو پنهنجيءَ دل جي ٻنيءَ ۾ طمع جا سلا اپرڻ ڏئي ٿو. هو سيني مسڪينن جي اهنجن دور ڪرڻ لاءِ، وس آهر واڪا ڪري ٿو ۽ پاڙ پٽوڙي ٿو.

سوانح نگاريءَ جو فن ڏکيو سمجهيو وڃي ٿو، جنهن لاءِ فقط ڄم ۽ موت جون تاريخون ۽ زندگيءَ جو سلسلي وار احوال ڪافي نه آهي. ڪنهن ڪردار جي اهم واقعن ۽ مکيه تجربن جي چونڊ، ۽ لازمي پس منظر جي روشنيءَ ۾ ان وقت جي سماجي حالتن جو جائزو، دلڪش ۽ پرخلوص انداز بيان، اهڙيون خصوصيتون آهن، جي پڙهندڙن جي نظر ۾ ڪنهن شخصيت کي مجموعي طور اڀارڻ لاءِ ضروري آهن. جيڪڏهن هر واقعي جي تذڪري ڪان پوءِ، پڙهندڙن جي دل ۾ ان شخص لاءِ عزت ۽ محبت جا جذبا اڳي کان به اڳرا ٿين، ته پوءِ سمجهڻ گهرجي ته ڪردار نگار جي ڪوشش ڪامياب آهي. ڪنهن به سوانح نگار لاءِ، ڪنهن جڳ مشهور شخص تي لکڻ سولو، پر هڪ گمنام يا گهٽ ڄاتل شخص کي روشناس ڪرائڻ ٽڪر ٽاڪڻ جي برابر آهي.

ڪتاب هٿ ۾ ڪڻڻ سان پهريون تاثر اهو ٿو ٿئي ته مصنف ڪنهن سردار يا زردار کي نه، پر هڪ مسڪين ٽريءَ کي پنهنجي ڪتاب جو موضوع بڻايو آهي. ٽري به اهڙو، جنهن جو تعارف ڪرائيندي، مصنف، ڪتاب جي منڍ ۾ سنڌس تصوير هن ريت چٽي آهي: "ڪرڙ وڏ، قد درميانو، جسم جو جانو، موڪري منهن تي سفيد سهڻي ڇاپونئي سونهاري، اڇي جهڙي بوهه: مٿو اڪثر اگهاڙو ڪڏهن ڪڏهن سياري ۾ ملن واري برقعي ٽائيپ ٽوپي، يا اونهاري ۾ ڪجيءَ واري مولانا ڀاشاني ٽوپي: مليشا جا ڪپڙا، سي به ميل ۾ ڪچ، هڪ دفعو پائڻ ڪان پوءِ سچ ڪٽي يا ٻج ڪٽي. پاٿيهي ڳري سڙي پنهنجي جان ڇڏائين ته واه، نه ته ٻيو ٿيو خير: ساڄي ڪلهي تي پنارڪ ڪتابن ۽ اخبارن جي، کابيءَ ڪڇ ۾ به ٿي سير اخبارن جو پلندو، ۽ ان سان

گڏ ٻاوري جو گيڏيو . هٿ ۾ مس ڪپڙي: ڪڙيون پڇي سپاٽا ٽيل، سليپرن سان ڪرت ڪرت ڪندو، مني، جي آڻ مٿي ڪهڙ اڏائيندو، ٽرين جا ولرن جا ولر پويان لايو، ڪنهن آفيس ڏانهن واڪيندو ڪو ماٺهو ويندو ڏسو، ته پڪ سمجهو ته اهو مسڪين جهان خان ڪوسو!"

"مسڪين" جو هيءَ مختصر تعارف نهايت جامع آهي، جنهن جو صحيح اندازو ڪتاب پڙهن کان پوءِ ئي لڳائي سگهجي ٿو. "مسڪين" جڻ ته لفظن مان جهاتيون پائيندو نظر اچي ٿو. مصنف، ڪمال فنڪاريءَ سان، زبان ۽ بيان جو لطف پيدا ڪندي، "مسڪين" جي چرندڙ پرندڙ تصوير پيش ڪئي آهي،جنهن ۾، سندس شڪل شباهت ۽ رهڻيءَ ڪهڻيءَ سان گڏ، سندس اصولن ڏانهن به واضح اشارو ڪيو آهي.

اڳتي هلي، "مسڪين" جي شخصيت بابت مصنف ٻڌائي ٿو: "مسڪين نه رڳو هڪ درويش صورت ۽ درويش سيرت بزرگ آهي، مگر هڪ بلند اخلاق ۽ نڊر بلوچ پڻ اهي."

سچ پچ ته ظاهري ڏيک ويک ۽ شان شوڪت انسان جي سچيءَ ۽ دائمي عظمت جا ماڻ ۽ ماپا ٿي نٿا سگهن. زندگيءَ جي مستقل قدرن جو احساس، ۽ ان احساس جو، صبر آزما حالتن جي باوجود ، پرخلوص ۽ مجاهدانه عملي اظهار "مسڪين" جي زندگي آهي.

ڪتاب جي شروعاتي صفحن ۾ "مسڪين" جي ڳوٺ" سامي وبريءَ جو احوال ڏنو آهي، جنهن مان ٿهن جا به ڏنڊا مشهور آهن. مصنف جي لفظن ۾، "اهي ٻئي ڏنڊا آهن مڙساٽا: هڪ پوليس جي نوڪري، ۽ ٻي چوري." ان ڪانپوءِ، پوليس کاتي جي "پينشني" پيرين مڙسن جو چيلهه کي سندرو ٻڌي، وڏيون ڏانگهون هٿن ۾ کڻي، سامي وبريءَ ۾ ٻئي ست راڄي مان، قافلي جي صورت ۾ ڪنڪ ناهي، هر مهيني ننگرپارڪر ڏانهن نڪرڻ، ۽ رستي تي ڪارڪي جي رڻ واري اٿانگهي پنڌ پڇائڻ لاءِ، پنهنجي نوڪريءَ جي ايامڪاريءَ وارا ڪارناما هڪ ٻئي کي ڏاڍي فخر سان ٻڌائڻ جو دلچسپ احوال آهي. اهو ٽڪرو، طنز ۽ مزاح جو شاهڪار آهي، اسان جي ادب ۾ قيمتي اضافو.

اڳتي هلي، مصنف ٻروچن جي عادتن ۽ خاص طور کوسن جي بهادريءَ جو ذڪر ڪيو آهي. ان سلسلي ۾ ڪئپٽن اسٽئنلي نيپيئر، ٿرپارڪر جي پهرئين ماجسٽريٽ، جي مشهور ڪتاب Memorirs on the Thur and Parkar مان لاڳاپو رکندڙ حوالا، ترجمي سان ڏنا ويا آهن. انهن مفيد حوالن مان نه فقط سنڌ جي تاريخ جي لڪل حصن تي روشني پوي ٿي، ۽ کوسي قبيلي جون خصوصيتون معلوم ٿين ٿيون. بلڪه مصنف، "مسڪين" جي سوانح حيات پيش ڪرڻ کان اڳ اهڙي فضا قائم ڪرڻ ۾ به ڪامياب نظر اچي ٿو، جنهن ۾ "مسڪين" جي شخصيت، تاريخي واقعن ۽ خانداني بهادريءَ جي داستان جي پس منظر ۾ وڌيڪ اپريل معلوم ٿئي ٿي، ۽ پڙهندڙ هاڻي، "مسڪين" جي سوانح حيات پڙهڻ لاءِ بيتاب نظر اچي ٿو.

مصنف، "مسڪين" کي محب وطن، انسان دوست ۽ مخلص سماجي ڪارڪن جي حيثيت سان پيش ڪيو آهي. سندس خدمت خلق جو جذبو جنون جي حد کي پهتل آهي. اينتري قدر جو کيس نه پنهنجي گهر جو اونو آهي، نه ذاتي نفعي نقصان جو خيال، ۽ نه ننگ ناموس جي پرواهه:

ننگ چڏي نانگا ٿيا، تن نانگن ڪهڙو ننگ!

مصنف، "مسڪين" جي انسان دوستيءَ جا ڪيترا مثال پيش ڪيا آهن، جي هن عجيب انسان جي عظمت ۽ مثالي ڪردار کي ظاهر ڪن ٿا.

مسڪين، ٿر کي سرسبز ڏسڻ گهري ٿو. حڪومت کي تعميري تجويزون پيش ڪري ٿو. ڪتاب ڇپرائي، اختياريءَ وارن ۽ اسيمبليءَ جي ميمبرن ۾ ورهائي ٿو، نه من ڪو ٿر جو وارو وري! عام ماڻهن جي اهنجن دور ڪرائڻ لاءِ اخبارن ۾ وڏا ليک لکي ٿو، ۽ ٿرين لاءِ اناج ۽ ٻين سهوليتن جو انتظام ڪري ٿو. اهي اهڙا ڪم آهن، جي هن دور ۾ اورچائيءَ خلوص ۽ همت سان فقط "مسڪين" ئي ڪري ٿو سهگي. ان لاءِ نه نه هو، ڪو گهر کان واندو آهي، پر فقط ان لاءِ نه سندس دل ۾ غريبن لاءِ همدرديءَ جو اٿاهه جذبو آهي، ۽ هو انهن کي مظلوم ڏسڻ نٿو گهري.

"مسڪين" اڇوتن سان ڏک سک ۾ ان حد تائين ٻانهن ٻيلي ٿي بيهي ٿو، جو پنهنجي سڳي پاءُ تي به مظلوم ڪولهين کان فرياد داخل ڪرائڻ ۽

انهن جي مدد ڪرڻ کان نٿو مڙي. هيءَ برابر انسانيت جو اعليٰ مقام آهي، پر ان کان بہ وڌيڪ ساراهہ جوڳي ڳالهہ هيءَ، تہ "مسڪين" ، قادياني ۽ ڪرستان مبلغن وانگر، پنهنجيءَ خدمت جي قيمت مذهبي تبديليءَ ۾ وصول ڪرڻ واري طريقي کي بنهہ پسند نٿو ڪري. هو چوي ٿو: "ڪين خدمت ڪرڻي آهي تہ مذهب کان بالاتر رهي، انسانيت ۽ صرف انسانيت جي ناليءَ ۾ ڪن. باقي، مذهب تبديل ڪرائي، پوءِ انهن جي خدمت ڪرڻ، اها انسانيت جي خدمت ڪانهي!"

متان پڙهندڙن جي دل ۾ اهو خيال پيدا ٿئي تہ "مسڪين" ڪو مذهب کان بيگانو آهي تنهن لاءِ مصنف هتي هن ڳالهہ جي بہ وضاحت ڪري ڇڏي آهي تہ "هو، هڪ پورو ۽ پڪو دينددار مسلمان آهي، ۽ سندس دل ۾ اسلام جي محبت هميشہ موجزن رهي آهي."

ههڙي خدا ترس ۽ نيڪ انسان کي اسان جي سماج جا معتبر ڪٿي ٿا برداشت ڪن؟ آخرڪار، "مسڪين" کي غنڊا ايڪٽ هيٺ بہ سال سخت پورهئي سان سزا ملي. ان فيصلي خلاف هاءِ ڪورٽ ۾ اپيل ڪئي وئي، جا بحال ٿي، ۽ "مسڪين" ، ظالم سرمائيدارن ۽ راشي ڪامورن جي مقابلي لاءِ وري ننگرپارڪر وجي حاضر ٿيو. ان موقعي تي "مسڪين" ، ننگرپارڪر جي "پربي جلسي" ۾ جيڪا تقرير ڪئي، سا سندس عظمت کي ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي. هن چيو:

"مون کي معلوم آهي تہ ماڻهن منهنجي مخالفت ۾ ڪيئن بيان ڏنا؟ منهنجو نہ ڪنهن سان اڳ ڪو وير هو ۽ نہ آئينده رهندو. مون تي جيڪا بہ سختي آئي آهي، ممڪن آهي، منهنجن اعمالن جي شامت هجي: ماڻهن جو انهيءَ ۾ ڏوهہ ڪونهي. آئون وڏي واڪي ۽ دل جي پوريءَ صفائي سان چوان ٿو تہ مون انهن کي اڄ بہ معاف ڪيو، سڀاڻي بہ معاف ڪيو، اهي سڀ منهنجا ڀائر آهن!"

هيءَ آهي عالي ظرف انسان، غريبن جو مددگار، ڪولهين جو "اوتار" ۽ اڇوتن جو "ڀڳوان" "مسڪين" جهان خان کوسو، جو "ڪڙبون پڄي سپاٽا ٿي وبل سليپرن سان ڪرت ڪرت ڪندو، مٿيءَ جي اٿمئي ڪهہ اڏاميندو، ٽربن

جي ولرن جا ولر پوپان لابو." ڪنهن آفيس ڏانهن اچ به واڪيندو نظر اچي ٿو.

مون کي خوشي آهي ته ڪتاب جي لائق مصنف، محترم محمد بخش بلوچ جن جي شايد هيءَ پهرين تصنيف آهي پنهنجي تجربي ۾ نه فقط ڪامياب آهي، پر هيءُ ننڍڙو ڪتاب پيش ڪري، هن سنڌي ادب ۾ گرانقدر اضافو ڪيو آهي. ڪتاب جي ٻولي وڻندڙ ۽ اسلوب دلڪش آهي.

مان، سنڌي ادب جي سڄڻن، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سان هن ڳالهه ۾ متفق آهيان، ته نه صرف "سندس حسن انتخاب لاءِ ڪيس جس، پر سندس حسن بيان لاءِ ڪيس آفرين: فن سوانح نگاريءَ ۾ سندس هي ننڍڙو ڪتاب وڏو يادگار رهندو.

" ڪنهن ڪنهن ماٺهو منجهه، اچي بوءِ بهار جي!

جناب علي احمد بروهي (هڪ خط)
(روزنامه عبرت ١٧- نومبر ١٩٦٧ع)

# تبصرو
## (٢)
## مسڪين جي مفلسي کي سلام

اوهان جي ڪتاب ڏاڍو مزو ڏنو، پهرين شڪ پيو ته شايد هي لکيو ئي مون آهي. تنهنجو نالو واضح ٿيل نه هجي ها ته شايد اهڙي دعويٰ ڪندي به دير نه ڪريان ها. پر وري ڪجهه تنهنجي ذات جي شرم ۽ عهدي جي ڏر ڪان اهو معاملو ملتوي ڪيم. سچ پڇين ته پڙهندي "مزو" اچي ويو. هڪ منٽ ۽ باجهاري ٻولي، پيو وري موضوع "مسڪين جهان خان ڪوسو" جو، پوءِ ته سون تي سهاڳو اچي ويو. پڙهندي ائين ٿي ڀاسيو، جڻ پينگهه ۾ جهونٽا وٺندو هجان. ڏاڍو سهڻو ٿو لکين، اها ورونهن جاري رکيئي ۽ نوڪريءَ مون جيان نڪمو نه ڪيئي ته پوءِ پڪ وڻ وجائي ڇڏيندين. مسڪين سان منهنجي پڻ ملاقات ٿي هئي، پر ڪا جهٽ گهڙي. پائو! شيخ علي محمد جي اخباري اوتاري تي، وٺي سڄي جهان جي ڳالهه ڪئي سون ته مسڪين اچي مٿان نڪاءُ ڪيو. اهي ئي پارينا، جي بيان ڪيا اٿيئي.

پهريون ته سمجهيم جڻ ڪو رابسن ڪروسو پرڳهٽ ٿيو هو، پيو ڏوڪو هيءُ هو ته شايد ڪو پينشنر پوسٽ مين آهي، جو عادت پوري ڪرڻ خاطر پراڻين اخبارن جا بنڊل ڪنيو، ٿو گهمي. پائو! شيخ علي محمد، فلڪ شگاف رڙ ڪري، مخاطب ٿيو ته "جهان خان ڪوسو"! مڙس جي نيڪي ته اڳوات ٻڌي هيم، بقايا ڪثر تو پوري ڪري ڇڏي. سندس باري ۾ جو ڪجهه اوهان لکيو آهي، ان لاءِ اوهان واقعي ڪيرون لهڻيون. شايد سنڌي ادب ۾ هي اولين ڪوشش آهي، جو هڪ مسڪين جي مفلسيءَ ۽ اخلاص کي سلام ڪيو ويو هجي ۽ سندس خلق خدمت، انسانيت جي صحيح قدر شناسي

ڪئي وئي هجي. ورنہ ادا! اڄ اسان وٽ سڄو هئڻ بہ سلهہ جي ٽئين درجي ۾ ليکيو ويندو آهي، ۽ ڪائنس پاند پاسي رکڻ کي صحت جي اصولن جي بجا آوري سمجهيو ويندو آهي. ازانسواءِ ادا! اسان جي سنڌين کي صدين کان مير، پير ۽ پيرزادن جي پرستش کان فرصت ئي ڪٿي ملي آهي جو وٽن مسڪين جو معائنو ڪندا ۽ سندس ڳڻ ڳائڻ. هر مسڪين کي سَنڌ ۾ اها حيثيت آهي، جا مک کي کير ۾ هوندي آهي. ٻين هنڌن بہ مسڪين کي موڙ ٻڌا ڪونہ ويندا آهن ۽ هر هنڌ کين هڪاليو ۽ لوڌيو ويندو آهي، ليڪن فرق هي آهي تہ هتي کين گند ۾ ٻوهر جيان ٻهاريو ويندو آهي.

ان جي گوڏن ڪوڙڻ واري لڳي، واهہ جو لڳي! وهواهہ! مون سان بہ اها ويڌن ٿي، جيئن ڪڪڙ، ڪياڙي واري ڪڙهہ ڪائي، "پنگ چاڻ" قسم جو ڪنڌ لوڏيندو آهي، ڪا مهل تہ ويني واهہ واهہ ڪيم. مڄڻ مراد آهي. مهل جي ۽ هنڌائنتي هنئين اٿئي، شل خوش هوندين.

مون سان مصيبت هيءَ آهي، جو ڪو ڪو جملو وٽي ويندو اٿم نہ رامپوري شاعرن جيان اٿي، بيهي سلام ڪندو رهندو آهيان ۽ اڳتي وڌڻ کان بلڪل نابري، پهرن جا پهر وينو وهواهہ ڪندو آهيان، اسان جي ڪوٽ سلطان جي هڪ پناڻ بندوق ورتي ۽ پهرين بسم الله ۾ ڪانو ماري وڌائين. بندوق صاف ڪري گهر ۾ رکي ڇڏيائين تہ مبادا ٻيهر استعمال ڪيان ۽ پوءِ گسي پوان تہ رڪارڊ خراب ٿي پوندو. اڄ ڏينهن سوڌو اها بندوق، جيئن جو تيئن سانڍي رکي اٿائين. مون سان بہ ساڳيو حال آهي. ڪو جملو، ڪاسٽ، ڪا ادا وٽي وئي، تہ پوءِ وينو ورد ڪندس. مبادا اڳتي هلي اها چس، ڊلي نہ ٿي وڃي. ليڪن پائو! اهڙو ڪو مرحلو ئي نہ آيو، جو پڙهڻ ۾ ڪو انٽرويل ڪريان، هڪ ئي ساهيءَ ۾ سڄو ڪتابڙو پڙهيم ۽ اڃا بہ پيو پڙهان.....

مسڪين جي محبوب قوم ڪولهين وارو بيان، ڏاڍي سهڻي انداز ۾ ڪيو اٿيئي. دل ٿي چويم، تنهنجا هٿ چمان. وڏائي نہ آهي، حقيقت آهي. ڏنڌو برابر "هو...هو" وارو اٿم، ليڪن طبع اها هرگز نہ اٿم. ادبي دنيا ۾ سيڪڙات هوندي بہ مرحوم نظاميءَ جيان قلم جي عصمت کي، ماءُ ڀيڻ جي عصمت کان هرگز گهٽ نہ سمجهندو آهيان. هي هن ڪري ٿو لکان تہ مبادا،

منهنجي تعريف ڪي هڪ وائڙي سخا سمجهين.

لس ۽ تيز لکندي، ڪٿي ڪٿي تہ ڪمال ڪيو اٿئي، ڪي اهڙا راز ۽ رمزون بہ بيان ڪيون اٿئي، جن جي جرئت شايد ڪنهن کي نہ ٿئي. ڪولهين کي مسلمان ڪرڻ بنسبت مسڪين جو جواب بهترين طريقي ادا ڪيو اٿئي. هونئن بہ ادا! حقيقت هيءَ اهي تہ اسلام، ڪڏهن بہ هندن يا ڪن ٻين غير مسلمانن جي ضد ۾ هرگز نہ آهي ۽ فقط غير مسلمانن جي عقيدن جي خلاف آهي. اصل مقصد آهي يار جي ياريءَ سان ۽ نہ سندس افعالن سان! هي تہ هڪ ڊاڪٽر هالنڊ واري دڪانداري چئبي، جو ڪنهن بيماريءَ جو علاج ڪري، پوءِ ڪانئونس دين ڌرم جي ڦر ڪئي وڃي.

"مسڪين جهان خان کوسو" جي روزي نماز جو ذڪر، آئون سمجهان ٿو تہ ڪيس بہ نہ وڻيو هوندو. ڇاڪاڻ تہ مسڪين، انهن مرد مجاهدن مان آهي، جن لاءِ ڀلاري ڀٽائيءَ فرمايو آهي تہ "نند عبادت تن جي". ڪولهين جي ٿانون ۾ ڪائڻ کان پرهيز ڪرڻ بہ ڪن جي نظر ۾ پاڪيزه هجي، ليڪن آئون نٿو سمجهان تہ "مسڪين جهان خان کوسو"، جنهن جي دل، ڪولهين جي انساني دلين سان، ون يونٽ ٿيل هجي، سو ڪو مٽيءَ يا ٽين جي برتڻن ۾ وڇوٽي وجهندو هوندو. هي شڪوه تہ اسان کي واڻين لاءِ هوندو هو تہ اسان کي ٻڪ ۾ پاڻي پيياربندا هوا ۽ پنهنجو پيالي پائي هرگز نہ سمجهندا هوا. ازانسواءِ ڪولهين جهڙو صاف، سترو ۽ صفائي پسند تہ ڪو هجي! آخر هو واهڻ جا وڏيرا تہ نہ آهن، جو عيد عيد تي تڙ ڪن ۽ ٽئين ٽئين مهيني بہ نم جو ڏندڻ، يا نصيب ٿئين.

ڊاڪٽر شيخ محمدابراهيم "خليل"

# تبصرو

## (٣)

## "مسڪين جهان خان ڪوسو"

(هيءُ تبصرو، ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان،
٢٧ آگسٽ ١٩٦٧ع تي نشر ڪيو ويو).

هونءَ جيڪر ڪنهن غريب انهو جي سوانح عمري مشڪل سان ڪو پڙهندو، مگر مصنف جي اـنيءَ جي خصوصيت اهڙي مزيدار آهي، جو ڪتاب پوري ڪرڻ کان سواءِ رهي نه سگهندو. مصنف ڳالهه مان ڳالهه پيدا ٿو ڪري، جنهن مان پڙهندڙ لاءِ دلچسپي پيدا ٿي ٿئي، ته پلا پوءِ ڇا ٿيو؟ تان جو ويندو اڳتي پڙهندو.

هيءُ ڪتاب، عام سوانح عمري جي ڪتابن وانگر نه آهي. مصنف، سوانح عمري لکڻ جي پنهنجي طرز ايجاد ڪئي آهي، منهنجي نظر مان سوانح عمري لکڻ جو اهڙو نمونو سنڌي زبان ۾ اڳي ڪونه گذريو آهي. انهيءَ طرز کي آئون جيڪر بيانيه انداز جو نمونو سڏيان ته بجا ٿيندو، ڇاڪاڻ ته مصنف، هڪ نڪتو بيان ڪري ۽ ان جي وضاحت ڪندي، ان جو ڇيڙو ٻئي نڪتي جي منڍ سان ڳنڍيندو وڃي ٿو. تنهن ڪري عبارت ۾ دلچسپي پيدا ٿيو پوي. انهن بيانن جي وچ ۾ ممدوح بابت هن جي عادت، خصلت، رهڻي ڪهڻي وغيره بابت معلومات ڏيندو وڃي ٿو. اهڙي طرح سوانح عمري لکندو وڃي. ڪن نڪتن بيان ڪرڻ وقت مصنف نه رڳو اسان کي ممدوح جي سوانح بابت خبر چار ٿو ڏئي، پر ملڪ، قوم ۽ زماني جي ماحول، لاهين، چاڙهين بابت به ڪجهه ٻڌائي ٿو، جي حقيقت ۾ نه رڳو معلومات سان پر هوندا آهن، بلڪ حقيقت تي مبني هوندا آ ۽ اسان کي خبر پوندي آهي ته اڳي دنيا ۾

چــا وهيــو واپربو هو، بلڪ مــوجــوده دور ۾ بہ چــا ٿي رهيــو آهي. اها خصوصيت تمام گهڻ تحريرن ۾ نظر ايندي. گويا هڪ سوانح عمري پڙهندي اڳئين حال جي تاريخي ماحول جي نہ رڳو پيٽ پئي ٿيندي، بلڪہ تصوير فلمي پردي وانگر نظر جي اڳيان پئي ايندي.

مـصنف جي عـبـارتن مـان مـجـال آهي، جـو ڪـو پڙهندر ڪڪ ٿـئي، چاڪاڻ تہ عبارت ۾ ظرافت جي چاشني اينري عام جام آهي، جو پڙهندڙ مشڪڻ يا ٽهڪ ڏيڻ کان سواءِ رهي نہ سگهندو. هي ڪتاب، سوانح عمري جي شمار ۾ هڪ نئون اضافو آهي.

جناب عبدالشڪور "منشي"

(روزنامہ خادم وطن ۳۰ آگسٽ ۱۹٦٧ع)

(روزنامہ هلال پاڪستان ۳۱-آگسٽ ۱۹٦٧ع)

# تبصرو

## (۴)

## مسڪين ۽ مجنون

جنتي ويجهڙائيءَ ۾، پير علي محمد راشدي صاحب جي ڪتاب "اهي ڏينهن، اهي شينهن" سڄي سنڌ جي اعليٰ ادبي تصانيف ۾ انقلاب پيدا ڪري، سنڌي ادب ۾ هڪ جديد موڙ جو آغاز ڪري، اسان جي پياري ٻولي ۽ ادب جو مرتبو بلند ڪيو آهي، اتي محترم، "مجنون" صاحب جي زير تبصره تصنيف، انهن اديبن ۽ مصنفن لاءِ گويا هڪ چئلينج آهي، جي پنهنجي قلم جا جواهر پارا صرف وڏن ماڻهن، وڏن خاندانن جي حمد وثنا ۾ صرف ڪندا رهن ٿا، يا گل وبلبل ۽ شمع وپروانہ جي داستان تي دماغ سوزي يا قلم ريزي ڪري قوم ۾ ذهني عياشي پيدا ڪري رهيا آهن.

محترم "مجنون" صاحب جي تازي تصنيف پڙهندڙن جون دليون، محفلن جي دلفريب ڪشش ۽ عشق جي مستانہ وار داستانن ۽ وڏين هستين جي ثلهين خوشامندن کان هٽائي، انهيءَ دنيا ڏانهن راغب ڪري رهي آهي، جنتي سچائي، غريبن ۽ مسڪينن جي خدمت، قرباني ۽ وطن لاءِ محبت جو دور روان آهي، زماني جي موجوده تيز رفتار ڪري، سياسي حرفت ۽ معاشرتي رنگ وبو جي ماحول ۾ اسان اڳيان سنڌي ادب ۾ هڪ اهڙي شخصيت کي درجہ امتياز ڏيئي، محترم "مجنون" صاحب پيش ڪيو آهي، جيڪو سچ پچ هڪ مسڪين آهي، جنهن جو گهر، خدا جي وسيع زمين آهي ۽ جنهن جو ادارو هڪ لٽ، اخبارن جو پلندو ۽ چند ڪورا ڪاغذ ۽ قلم دوات تائين محدود آهي ۽ جنهن جو نصب العين آهي خدمت خلق.

"مجنون" صاحب، "مسڪين" کي، سنڌي معاشري ۾ هڪ ممتاز حيثيت بخشي آهي، جنهن اڳيان اسان جا اعليٰ سياستدان، عملدار، معاشرتي ڪارڪن، جيڪر شرمساري کان ڪنڌ جهڪائي بيهن. سنڌ جي تعليم يافته ۽ باشعور طبقي مان جيڪڏهن فقط پنج سيڪڙو، "مسڪين" جهڙي جذبات سان سرشار هجن، ته هي اسان جي سنڌ، جيڪر ڪنهن مسئلي جي محتاج ئي نه رهي.

"مسڪين" جي هستي ترين لاءِ، ٿر جي غريب ٿري طبقي لاءِ، ترياق جو اثر رکندي هجي، پر جنهن سهڻي انداز، انجي ٿري ٻولي، عالمانه قابليت ۽ آسان ٻوليءَ ۾ "مجنون" صاحب هن کي سنڌ جي ادبي دنيا ۾ پيش ڪيو آهي، تنهن لاءِ "مجنون" صاحب مبارڪ جو مستحق آهي، پر ٿر جي حالات، مناظر، مسئلن ۽ عام ماڻهن جي زندگيءَ کي جنهن بيباڪيءَ، صاف گوئيءَ ۽ دلي صداقت سان "مجنون" صاحب پيش ڪيو آهي، تنهن نه رڳو پڙهندڙن جي دلين ۾ انهيءَ وسريل علائقي لاءِ محبت پيدا ڪئي آهي پر خود "مجنون" صاحب لاءِ سنڌي ادبي دنيا ۾ ادبي ۽ اخلاقي مقام قائم ڪيو آهي، جنهن پنهنجي قلم، دماغ ۽ دل جون سموريون خوبيون "مسڪين" جي قدمن ۾ نذر ڪري ڇڏيون آهن. انهيءَ ڪتاب پڙهڻ بعد اسان جي نظرن اڳيان انگريزي ادب جي انهيءَ مايه ناز مصنف مئڪالي جي تصنيف "ڊاڪٽر جانسن" فوري اڳيان اچي وڃي ٿو، جنهن ۾ ڊاڪٽر جانسن جهڙي هڪ غريب مگر اعليٰ ادبي شخصيت لاءِ مئڪالي، پنهنجي لاجواب انداز تحرير ذريعي هڪ اعليٰ ترين مقام مهيا ڪيو هو. اسان کي پنهنجي گهر اندر افسوس ٿو ٿئي جو سنڌ جي ٻن مايه ناز شاعرن محمد صديق "مسافر" ۽ حافظ "بسمل" ٽکڙائي بابت خود سندن شاگردن، جن کي گهڻو ئي ادبي گهمنڊ آهي، اجا سوانح حيات مرتب نه ڪئي آهي ۽ اسان جي ادب کي انهن غير فاني هستين کان تشنه رکيو آهي. انهن جي مقابلي ۾ "مجنون" صاحب، "مسڪين" جي غير فاني هستي کي، ادبي دنيا ۾، بيشڪ هڪ امر درجو بخشيو آهي.

جيڪڏهن مارئي ۽ هن جي حب الوطنيءَ کي اسان جا وطني دوست وساري

رهيا آهن، نہ اجهو "مسڪين" تريں بابت "مجنون" صاحب جي تازہ ترين تصنيف "مسڪين جهان خان کوسو"، سندن سنڌ جذبات کي جاڳائڻ لاءِ بيشڪ هڪ نعرہ مستانہ آهي، جنهن کي "مجنون" صاحب مرتب ڪري، سنڌ ۽ سنڌين جي وڏي خدمت ڪئي آهي!

موقر روزنامه "مهراڻ" حيدرآباد
(٢١- آگسٽ سنه ١٩٦٧)

(رفتار-ادب)

# تبصرو

## (٥)

## مسڪين جهان خان ڪوسو

سوانح نگاري هڪ نهايت ئي ڏکيو فن آهي. هڪ ماڻهو جي زندگيءَ جو احوال، اهڙي پيرايي ۾ پيش ڪرڻ، جو هن جي پوري شخصيت، پڙهندڙ جي سامهون اچي بيهي، ڪو معمولي ڪم نه آهي: ان لاءِ وڏي لياقت ۽اهليت ۽سپ ڪان وڏيڪ ديانت جي ضرورت آهي. پر جناب محمد بخش بلوچ "مجنون" پنهنجي زير نظر ڪتاب ۾، ٿرپارڪر جي مشهور سماجي ڪارڪن، جناب "مسڪين جهان خان ڪوسو" جي سوانح، اهڙي ته انداز ۾ پيش ڪئي آهي، جو اهو ڏکيو ڪم، بلڪل آسان ٿو نظر اچي. سوانح تي اسان به ڪيترائي ڪتاب پڙهيا آهن، پر جيڪو اسلوب جناب محمد بخش، هن ڪتاب ۾ اختيار ڪيو آهي، سو بلڪل نرالو آهي ۽ اسان کي اجا تائين ڪنهن به سوانح جي ڪتاب ۾ نظر نه اچي سگهيو آهي.

ڪتاب سڄو مزاحيه ڊنگ ۾ لکيل آهي. ڪن هنڌن تي فقرن ۽ جملن جي سٽا اهڙي عمدي آهي، جو ٿهڪ نڪري وڃي! پر انهيءَ مزاحيه اسلوب هوندي به ڪنهن هنڌ "مسڪين جهان خان" جي ذات سان، ڪو چرچو ڪيو ويو آهي ۽ نه وري انهيءَ انداز سان، جو "مسڪين" جي شخصيت کي ڪا ضرب رسي سگهي. "مسڪين جهان خان ڪوسو" جي زندگيءَ جو احوال اهڙي نه دلچسپ ۽ پراثر انداز ۾ لکيو ويو آهي، جو ڪتاب کي پڙهڻ سان "مسڪين" ، جي تصوير، هوبهو پڙهندڙ جي سامهون اچي بيهي ٿي. پاڻ تو ته جناب محمد بخش، "مسڪين" جي زندگيءَ جي هرهڪ پهلو جو باريڪ بينيءَ سان مطالعو ڪيو آهي. هي ڪتاب ۾ ان جو دلچسپ اسلوب،

پڙهندڙ تي هي تاثر ڇڏي ٿو ته "مسڪين"، صحيح معنيٰ ۾ هڪ انسان آهي ۽ هن ڪي، هر انسان سان محبت آهي، پوءِ ڪٿي هن جو رنگ روپ ۽ ذات پات ڪهڙي به هجي! ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ، محسوس ٿئي ٿو ته "مسڪين جهان خان کوسو"، جيڪو قاتل ۽ ميرا ڪپڙا پايو، اخبارن جا بنڊل ڪڇ ۾ وجهيو، اخبارن ۽ آفيسن جي درن جا چڪر ڪاٽيندو رهي ٿو، سو هڪ عظيم انسان آهي ۽ هن جي سيني ۾، اهڙي دردمند دل آهي، جا هر ڏکويل انسان جي درد تي ڪڙهي ٿي.

ڪتاب، جيئن اسان اڳيئي چيو آهي، مزاحيه ڍنگ ۾ لکيل آهي، پر ان ۾ استعمال ڪيل منڍي، سباجهڙي ۽ سهڻي ٻوليءَ، ڪتاب جي شان کي دوبالا ڪري ڇڏيو آهي. ڪتاب ۾ سليس، پر نهايت ئي سني ۽ ٺيٺ سنڌي ٻولي، ڪم آندي وئي آهي. ڪتاب ۾، "مسڪين جهان خان کوسي" جي ذات کي، اجاگر ڪرڻ کان علاوه ٿر جي حالتن جو به عمدو نقشو پيش ڪيو ويو آهي. اهڙي عمدي ڪتاب پيش ڪرڻ لاءِ، جناب محمد بخش "مجنون" جي ڀرپور ڪوشش آهي ۽ ان مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته هن صاحب ۾، پختہ اهل قلم جون صلاحيتون موجود آهن.

---

علامہ لطف الله بدوي (مرحوم)
موقر هفت روزه "آزاد" ڪراچي ١٩- آگسٽ ١٩٦٨ع

# تبصرو
# (٦)
# "مسڪين جهان خان کوسو"

ٿورا مهينا ٿيا، اخبارن ۾ "مسڪين جهان خان کوسو"، جي ٿر جي متعلق، هڪ اصلاحي تحرير ڏٺي هيم. "مسڪين جهان خان" نالو، جهان ڪان اور قسم جو ڏٺم، قلب تي وڏو اثر پيو! اخبارن ۾ تحرير پڙهيم، تحرير ۾ "مسڪين جهان خان" جو نالو، ٿوري وقت ڪان پوءِ وسري چڪو. ٿورا ڏينهن ٿيا تہ منهنجي هڪ دوست، "مسڪين جهان خان کوسي" ڪان واقف ڪيو. فراموش ٿيل حقيقت وري ذهن ۾ اچي وئي ۽ لکيو مانس تہ مهرباني ڪري، ان تصنيف ڪي، مون ڏانهن موڪلي ڏيو تہ مان بہ ان شخصيت جو، غائبانہ تعارف حاصل ڪريان، جنهن جي نالي ڪي، اخباري دنيا ۾ ڏسي چڪو هوس. مون ڪي بي انتها خوشي ٿي، جو مصنف، مهرباني ڪري، مون ڏانهن پنهنجي تصنيف ڏياري موڪلي. ڪتاب ڪي مان وڏي شوق مان، ابتدا ڪان وٺي، انتها تائين پڙهيو. "مسڪين جهان خان" جي درويشانہ ۽ مخلصانہ زندگيءَ ڪان زياده، مون ڪي ڪتاب جي مصنف ڪي داد ڏيڻي پئي، جنهن هڪ مخلص انسان جي سوانح حيات ڪي پيش ڪري، ڏيکاريو آهي تہ جواهر ڪان وڌيڪ جوهري، تعريف جو مستحق آهي، جو اسان ڪي ٻڌائي ٿو تہ جواهر جون ڪهڙيون خصوصيتون آهن ۽ ان جو صحيح قدر ۽ قيمت ڇا آهي؟

ادب ۾ جدا جدا صنف ٿين ٿا، انهن مان "سوانح حيات"، ڪي لکڻ بہ، پنهنجي جاءِ تي، هڪ جدا صنف آهي. محترم "مجنون" بلوچ، هن صنف جو باڪمال مصنف ٿو نظر اچي! سندي ادب مر، هن صنف ڪي، اجا پورو مقام

حاصل ٿي نہ سگهيو آهي. آگرين تي ڳڻڻ جيترا ڪتاب، اسان کي، هن صنف ۾، ميسر ٿي سگهندا: مگر مصنف جي تحرير مان معلوم ٿئي ٿو تہ هن، ڪتاب جي تي يار ڪرڻ ۾، وڏي محنت کان ڪم ورتو آهي. ننڍين ننڍين حقيقتن مان موثر نتيجي جي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.
هيءَ سوانح حيات، هڪ زنده شخص جي آهي: مگر ان جون بي لوث خدمتون، اينتري قدر تہ عزت جي لائق آهن، جو رشڪ ٿو اچي تہ اسان، ان کان بي نصيب آهيون! خوش قسمت آهي ملڪ جو اهو خطو، جنهن ۾ خلق خدا جا گهڻگهرا ، اهڙيءَ ريت پنهنجي زندگي، خدمت خلق ۾ بسر ڪن ٿا ، جنهن لاءِ نہ ڪنهن انعام جي خواهش آهي، نہ شهرت جي ضرورت!

منهنجي نظر ۾ "مسڪين جهان خان کوسو" ، انهن باصفا صوفين مان آهي، جن جي زندگي، خدا جي بندن جي خدمت ۾ صرف ٿيندي رهي ٿي. سندن حيات جو مقصد،جهان کان علحده ٿو ٿئي ۽ هو، هن زندگيءَ جي منزلن کان گذرندي، پنهنجي خالق کي سڃاڻي وٺن ٿا. سندن نند عبادت آهي، جاڳڻ حقيقي مان! پٽائي، اهڙين ئي شخصيتن لاءِ فرمايو آهي:

روزا نمازون، ايءُ پڻ چڱو ڪم ،

پراو ڪو بيو فهم ، جنهن سان پسجي پرينءَ کي!

"مسڪين جهان خان" جهڙا انسان، دنيا ۾ روز روز پيدا نہ ٿيندا آهن! اهڙائي انسان، انسانيت جو فخر ٿيندا آهن! هن حقيقت کان ڪير انڪار ڪري ٿو سگهي تہ آدميت جي صحيح نشاني آهي، آدميءَ جي سڃاڻ!؟ جو ماڻهو، هن سعادت کان بهره ور آهي، اهو انسان آهي: جو ان کان محروم آهي، سو حيوان آهي. هن ڪسوٽيءَ تي اسان، هر هڪ انسان کي هٽي، آسانيءَ سان معلوم ڪري سگهون ٿا تہ هن دنيا ۾، ڪيترا انسان آهن ۽ ڪيترا انسان نما حيوان!؟

مبارڪباد جو مستحق آهي، محترم "مجنون" بلوچ، جنهن اسان کي، هڪ اسلامي، فراموش ٿيل سبق، ياد ڏياريو آهي، جڏهن مسلمان، انسانيت جي خيرخواهيءَ جو بار، پنهنجي سر تي کڻي، ان جي اصلاح جي تڪميل ڪئي هئي ۽ ائين ڪندي، جابر کان جابر طاقتن اڳيان بہ، سر نہ جهڪايو هو!

جناب مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي

موقر سماهي "الرحيم" حيدرآباد سنہ ١٩٦٨ع

## تبصرو

## (٧)

## "مسڪين جهان خان کوسو"

هن ڪتاب ۾ ڪنهن نواب، وڏيري، رئيس ۽ سنڌ جي سياسي ليڊر وغيره جو احوال نہ لکيو ويو آهي، پر هن ۾، "مسڪين جهان خان کوسي"، جي سوانح کي اهڙي سهڻي سنڌي ٻوليءَ ۾ سهيڙيو ويو آهي، جو ڪوبہ سنڌي سڄڻ هڪ ڀيرو هيءُ ڪتاب هٿ ۾ کڻندو، تہ ان کي پڙهي پڇائڻ کان اڳ نہ ڇڏيندو.

ڪتاب جي پيش لفظ ۾ "مجنون" صاحب، جو هي لکيو آهي تہ "مسڪين، خود مڃيندو تہ مون، سندس سوانح حيات لکڻ ۾، نہ تہ ڪا ڪنجوسي ڪئي آهي ۽ نہ مبالغي کان ڪم ورتو آهي. مسڪين جيڪي ڪجھ آهي، برو يا ڀلو، عوام اڳيان اصلي روپ ۾ آڻي بيهاريو اٿم."

اسان جي راءِ ۾، فاضل مصنف، ڪوبہ وڌاءُ نہ ڪيو آهي. اهو سندس تحرير ۽ قلم جوئي نتيجو آهي، جو "مسڪين" جي لفظن ۾، اها تہ تصوير ڪڍي اٿس، جو پڙهندڙ کي اهو پيو محسوس ٿئي تہ ڄڻ هو "مسڪين" کي، پنهنجي اکين سان پسي ۽ ان جي قومي خدمتن کي ڏسي رهيو آهي.

عربي ادب ۾ مقامہ لکڻ جو هڪ فن آهي، جنهن ۾، ڪنهن فرضي شخصيت کي آڏو رکي، ان جا ڪارناما اهڙي تہ ادبي رنگ ۾ لکيا ويندا آهن، جو انهن جي پڙهڻ مان هڪ پاسي ادبي چاشني ۽ مزو ملندوآهي تہ ٻئي پاسي، انهن واقعن جي فرضي هجڻ ڏانهن، ڪو وهم وگمان بہ نہ ويندو آهي، هن فن ۾ همداني ۽ حريريءَ جو اعليٰ مرتبو ليکيو ويندو آهي. گهڻو اڳ سنڌ جي هڪ نوجوان برک اديب ۽ عالم، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

صاحب، "لعلڻ خان لغاري" تي سنڌيءَ ۾ هڪ ٻه مجلسون يا مقالا لکيا هئا، جي ان سلسلي جي پورو ڪن ٿا ته سنڌي ساهتيه ۾، ان جي منفرد حيثيت هجي ها. اسان جي نوجوان اديب، جناب محمد بخش "مجنون" صاحب، جس لهڻي، جنهن هڪ بينظير زنده شخصيت، "مسڪين جهان خان کوسي" جي سوانحي خاڪي کي دلچسپ ۽ سولي، سلوڻي سنڌيءَ ۾ لکي، سنڌي ساهتيه ۾ وڏو اضافو ڪيو آهي. هن جو هيرو حريري وانگر ڪا فرضي شخصيت نه آهي ۽ نڪي اهڙو انسان آهي، جو اندر ۾ هڪ ۽ ٻاهر ٻيو هجي. "مسڪين" اندر ۽ ٻاهر ٻنهي ۾ هڪ جهڙو آهي. هو پنهنجي ذاتي نفعي کان ڪوهين پري رهي، هارين، نارين ۽ بيواهن جي مدد ۽ واهر ۾ پيو وقت گهاريندو آهي. انسان ذات جي محبت جو مظاهرو ان کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو. جو "مسڪين جهان خان" کي گيڏيو (لڪڻ) هٿ ۾ ۽ وتي هلندو، عام پلي جي ڪمن ۾!؟

اسان جي ناقص راءِ ۾، مرحوم الهه بچائي سمي جي "سير ڪوهستان" ڪتاب کان پوءِ، هي ٻيو سنڌي ڪتاب آهي، جنهن جي سٽا لاجواب ۽ ٻولي اهڙي ته ٻاجهاري رکي وئي آهي، جو سهل ممتنع پيو معلوم ٿئي، ڪتاب جو سرورق تي "مسڪين جهان خان کوسي"، جي تصوير پڻ ڏني وئي آهي، جا سندس ذوق جي عڪاسي ڪري رهي آهي ۽ گيڏيو به گڏ ڏيکاريو ويو آهي. ڪتاب جي تعارف وارن صفحن ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب، پنهنجي مضمون ۾، مصنف جو احوال ڏيندي، آخر ۾ لکن ٿا:
"نه صرف سندس حسن انتخاب لاءِ ڪيس جس، پر سندس بيان لاءِ ڪيس آفرين. فن سوانح نگاريءَ ۾ سندس هيءُ ننڍڙو ڪتاب يادگار رهندو."

موقر هفت روزه "ذوالفقار" گهوٽڪي

## تبصرو

## (٨)

# مسڪين جهان خان کوسو

هي ڪالهہ واري قيس، "مجنون" نہ! مگر اڄ جي "مجنون" جي فڪري ۽ فني ڪاوشن جو نادر نتيجو آهي. قيس قابل هو، پر ليليٰ جي محبت ۾ "مجنون" ٿي، صحرا نوردي ڪندو رهيو، هي ماحول ناسازگار ڏسندي بہ ادبي دنيا ۾ اچي، پنهنجون ادبي صلاحيتون ڏيکاري رهيو آهي. بقول اظهر گيلاني:

اسين وجود ۾ آيا سين وقت ڪان اول،
اسان جي لاءِ نہ ماحول سازگار آهي.

حالانڪ هي حضرت "مجنون" جو پهريون قدم آهي، مگر فڪر وفن، ثابت ڪري رهيوآهي، تہ ڪنهن پراڻي فنڪار جي عمدي فڪر جو نتيجو آهي. بلاغت ۾ بليغ، نظر ٿو اچي، سلاست ۾ سليس، زبان بامحاوره، هر جملو جاذب، هر سطر موزون، سلسلو برقرار، بي مثال پهاڪا ۽ ورجيسون، حڪايتون ۽ شڪايتون، هدايتون ۽ نصيحتون، ظرافت جي اوٽ ۾ حقيقت جو انڪشاف، الفاظ جي ميڙ تي معنيٰ جو غلاف، جڏهن کان انسان کي تحريري قوت عطا ٿي آهي، تڏهن کان وني، اهل قلم حضرات، هر صنف تي دل کولي لکندا رهن ٿا. هن کان قبل، سوانح ۽ سيرت تي بہ انيڪ ڪتاب لکجي چڪا آهن. مگر جيئرن تي ڪنهن بہ اديب ۽ شاعر انهيءَ نموني، قلم کي گردش ۾ نہ وڌو آهي، جيئن "مجنون" ، ليليٰ جي محبت ۽ عقيدت سان، "مسڪين جهان خان" تي قلم کنيو آهي. "جهان خان کوسو" ، نہ هادي، نہ رهبر، نہ تارڪ الدنيا ۽ نہ قلندر آهي. جيڪڏهن انهن اکين سان ڏسبو، تہ سيني صفتن سان مزين نظر ايندو. "مسڪين جهان خان" ، هڪ غريب انسان

آهي، هو امير گهر ۾ پيدا ٿي به نهايت غريب آهي، هن جي غريب طبقي سان محبت ۽ همدردي آهي. هر هڪ غريب جو غم، پنهنجو غم تصور ڪندي، پنهنجي عزيز جان جي پرواهه نه ڪندي، پرواني جي مثل، شعله دار شمع جي مٿان ڪري، سرساهه صدقي ڪري ٿو. هن جي رڳن ۾ ملڪ لاءِ مارئي وارو جذبو ۽ غريب ماڻهن واسطي دل ۾ رحمت جهڙيءَ محبت. موجود آهي. شل نه ڪنهن غريب جي اک اٿي، هن جون اکيون آبشار وانگر پيون جالارو جر وهائينديون، حرام جو اک لڳيس، جيستائين ڪ هن جي اک نه لڳي. جيڪڏهن بدقسمتيءَ سان، ڪنهن غريب جي جهوپڙي، جهري پئي ته اينتري تائين، ان ۽ پاڻي اکين سان نه ڏسبو، جيستائين ڪ اهو جهڳو جڙي، راس نه ٿئي. "الاجهري ۾ شال غريبن جي جهوپڙي"، جيڪڏهن اهڙا مثال گڏ ڪبا، ته هڪ ضخيم ڪتاب، تيار ٿي ويندو. مطلب ته "مسڪين جهان خان" محنت جو عادي آهي، ان کي محنت ڪندي عار ڪونهي! پاڻ محنتي ۽ محنت ڪندڙ گروهه جو حامي ۽ مدح خواهان آهي. هن جو مقصد اهي، ته هر هڪ انسان سچائي سان، محنت ڪري، هڪ طرف وطن جي چمن کي، سرسبز ۽ شاداب رکي، ٻي طرف، پاڻ کي خوشحال بڻائي، پنهنجا حقوق حاصل ڪري. "مسڪين جهان خان" چيا آهي، پاڙي وارا چو سمجهن"" پنهنجو پير چلهه جو مارنگ يا چراغ جي هيٺان اونڌاهي"، دنيا جو ڪهڙو قصور؟ انڌي جي اڳيان، عالم انڌو يا انڌي جي اڳيان روئڻ، اکين جو زيان". افسوس آهي، جو "مسڪين جهان خان"کي پنهنجي به خبر ڪانهي!!!

هو، ڪن جي نظرن ۾ ڌاڪو، رهزن، قاتل، بم بار، رت جو بکيو، سوسائٽي جو دشمن آهي. ڪن جي نگاهه ۾، قرباني جو مجسمو، صداقت جو پرستار، همدرد ۽ غريب پرور آهي.

ڪن جي ڄاڻ ۾ مفڪر، اديب شاعر، سگهڙ، فيلسوف آهي. دراصل هو صاف دل، ڪيني ۽ ڪدورت کان پري، لوڀ ۽ لالچ کان ڪنارو ڪندڙ، محبت ۽ مساوات جو علمبردار آهي. انسان دشمن جو، جاني دشمن، هڪ اهڙي دنيا جي تعمير ۾ مصروف، جنهن ۾ غريبي ۽ اميري جو امتياز آهي

ئي ڪونہ! جنهن ۾ بک ۽ اڄ جو وجود ناپيد، جنهن ۾ قرلت جو نالو نشان گسر، جنهن ۾ سک ۽ سانت، همدردي ۽ حميت، سستي ۽ ڪاهلي ڪافور، جنهن ۾ هنر ۽ حرفت، جنهن ۾ محبت جي عزت ۽ مٿاهون مقام، "مسڪين جهان خان" جي روح جو آواز آهي تہ "مون کي امير، اميرن جي قربت، اميرن جي دنيا، اميرن جي مذهب، پنهنجي گهر، الغرض خود پنهنجي ذات کان بہ نفرت آهي." هي ڪالهوڪي ممتاز دمساز جو ڪوڙو قصو، الف ليليٰ جو جڙتو داستان، اڌ ننگ جي من گهڙت آکاڻي نہ آهي.

مگر اخلاقي آرسي ۾، هڪ مرد خدا جي، مثالي سيرت آهي. هن هڪ ڪتاب ۾، ڪيئي ڪتاب سمايل آهن. اوراق گرداني سان، ناصحانہ ۽ عارفانہ نڪات ملندا. هي ڪتاب، ڊيمي سائيز ۾، جديد ٽائيپ سان، سفيد ڪاغذ تي، صحت ۽ صفائي سان ڇپيل آهي. نيم پختي جلد ۾ بند سرورق تي اڳيان "مسڪين جهان خان" جي ۽ آخر ۾ حضرت "مجنون" جي تصوير آهي. هي ڪتاب، هر مڪتبہ خيال لاءِ موزون، هر لائبريري جي لائق ۽ هر صاحب هوش جي مطالع جي قابل آهي.

---

جناب قاضي عبدالمجيد "عابد"

موقر روزنامہ "عبرت" ٨- سيپٽمبر ١٩٦٧ع

## تبصرو

## (٩)

## "مسڪين جهان خان کوسو"

مسٽر محمد بخش بلوچ، تخلص "مجنون" جي تازه ترين تصنيف، "مسڪين جهان خان کوسو"، هڪ ملازمت پيشہ شخص جي زور قلم جو، انوکو ۽ انمول شاهڪارآهي. جنهن کي ادب نواز حلقا، قدر جي نگاهن سان، ڏسڻ کان سواءِ رهي نہ سگهندا. ڪجا هڪ اسم بامسميٰ مسڪين، سماجي ڪارڪن، "جهان خان کوسو" ۽ ڪجا هڪ انصاف جي ڪرسي جي زينت، گنهگار انسانن جي سزا ۽ جزا تعين ڪرڻ وارو صاحب اختيار ولامتياز بلوچ صاحب! "مسڪين جهان خان کوسي" جي سوانح لکڻ سان "مجنون" صاحب، اهو ثابت ڪيو آهي، تہ مصنف، بذات خود، اهل قلم هجڻ کان علاوه هڪ اهل دل ۽ انسان دوست انسان آهي. ڪتاب جو تفصيلي جائزو ۽ تنقيد تہ لکڻ وارا لکندا، مگر راقم الحروف جي شخصي تجربي مطابق، "مسڪين جهان خان کوسي" کي، اهڙي تہ دلچسپ پيرايي ۾، پيش ڪيو ويو آهي، جو نہ فقط ڪتاب شروع ڪري، ان کي پورو پڙهڻ کان سواءِ ڇڏي نٿو سگهجي. بلڪ بار بار پڙهڻ تي دل ٿئي ٿي. "مسڪين جهان خان کوسي" جي شخصيت، بلند اخلاق، مثالي ڪردار، اصحابن وارا اطوار، قرباني ۽ ايثار هن گئي گذريل زماني جي لحاظ کان، هر تعريف ۽ توصيف جا مستحق آهن. موصوف جي بي لوث فطرت، سادگي ۽ خدمت خلق جو ذڪر، هن کان اڳ "سنڌ جي سياست" ۾، غيرجانبدار بہ ڪري چڪو آهي: ليڪن مذڪور مضمون جي نوعيت صاحب تحرير کي اختصار بيان تي قانع بنايو ٿو ڏسجي. "مجنون" صاحب، "مسڪين" جي ذات گراميءَ تي تفصيلي تحرير

لکي، سنڌي ادب جي خدمت بہ ڪئي آهي تہ ان سان گڏ، قوم ۾ ٻين مسڪينن جي پيدا ٿيڻ لاءِ، راهہ هموار ڪئي آهي. ڪاش! جي احيائي سنڌي ادب خاطر، "مجنون" صاحب، پنهنجو ذوق تحرير، قائم رکي سگهي.

جناب "محسن" ڪڪڙائي

موقر روزنامہ "عبرت" ١٣- سيپٽمبر ١٩٦٧ع

# تبصرو

## (١٠)

# مسڪين جهان خان کوسو

سنڌي ليکڪن جي لسٽ ۾، "مجنون" بلوچ جو نالو بلڪل نئون ۽ سندس تصنيف، "مسڪين جهان خان کوسو" ادبي دنيا لاءِ بنهہ پهرين ۽ نئين آهي. هونءَ تہ ڪتي ڪائڪ "مجنون" دنيا ۾ کوڙ پيا ملن، پر سچا پچا "مجنون"، نس پس سرويچ ۽ سون ۾ تورڻ جهڙا، سنوان سڌا "مجنون"، ڪي "بلوچ" ئي ملن تہ مجان، نہ تہ هن قحط الرجال ۾، پورو ماڻهو ملڻ بہ محال آهي، چہ جائيڪہ "انسان"!

"مجنون" بلوچ جي تصنيف، "مسڪين جهان خان کوسو" هڪ مولائي مڙس جي سوانح حيات سهي، ليڪن "مجنون" جي روان دوان ٻوليءَ، بي ساختہ لفظن جي پوچ ۽ طنز ومزاح جي آميزش هن ڪتاب کي، "قوس قزح" بنائي وڌو آهي. ڳالهہ مان ڳالهوڙو نہ، پر ڳالهہ مان ڳالهہ پيدا ڪري، مصنف، سوانح نگاريءَ جي گلشن ۾ ڪيترن ئي دلڪش، دلفريب، خوشبودار ۽ رنگين گلڙن جو اضافو ڪيو آهي.

"مجنون" بلوچ جي هيءَ تصنيف، منهنجي نظر ۾، "روايت" سان "بهترين بغاوت" جو درجو رکي ٿي. سوانح حيات هجي تہ ڪنهن زبردست عالم فاضل جي، ڪنهن امير ڪبير جي، ڪنهن ليڊر جي. هڪڙي غريب ۽ مسڪين (سوبہ زنده) کوسي بروچ کي، ڪير ٿو ڏسي ۽ پڇي؟ پر جي ڪٿي ڪو ڏسي ۽ پڇي بہ سهي تہ ڪير ٿو ويهي مٿس لکي ۽ ڪاڳر ڪارا ڪري!! اهو جنون ئي چئبو، اها چريائي ئي چئبي! ڏسڻ لاءِ اکيون تہ هر ڪنهن کي، رب ڏنيون آهن پر اک اها، جا "ڪک هينان لک" ڏسي ۽ پسي سگهي. پوءِ

اها اک مجنونءَ (قيس) واري هجي يا "مجنون" بلوچ جي! هر طرح اها لائق صد احترام آهي.

مان "مجنون" بلوچ جي ان نگاهه، انهيءَ حوصلي ۽ ان وسيع النظريءَ تي، کيس بي انداز مبارڪون ڏيان ٿو، جو پاڻ وڏو ماڻهو هئڻ جي باوجود، هڪ بنهه غريب، پر لائق انسان سان، سنڌ ۽ سنڌين کي روشناس ڪرايو اٿس. سنڌ ۽ سنڌي ادب تي، "مجنون" بلوچ جو اهو لک جو ٿورو مڃبو، جنهن اسان جي زبان ۾، بلڪ سوانحي ادب ۾، هڪ بهترين اضافو ڪرڻ سان گڏ، هڪ بهترين بغاوت جو سنگ بنياد رکيو آهي. بقول ڊاڪٽر نبي بخش سان بلوچ، "جهان جا خان" به کوڙ، پر ڪا "ڪک هينان لک" ڏسڻ ۽ پسڻ واري نگاهه هجي.

ڪتاب ڊيمي سائيز ۾، هجڻ سان گڏ سندس ڇپائي عمده، پنو سٺو ۽ ٽائيٽل تي ممدوح جي تصوير ۽ ٻين تصويرن سان سينگاريل آهي.

جناب نياز همايوني

موڪلڻ روزنامه "نوائي سنڌ" ۴- نومبر ۱۹۶۷ع

## تبصرو

## (۱۱)

# "مسڪين جهان خان کوسو"

سنڌ علائقي ۾، ٿرپارڪر هڪ اهڙو عجيب علائقو آهي، جنهن کي ضرورت مطابق خوش قسمت ۽ بدنصيب جهڙا عتاب ۽ خطاب ڏئي سگهجن ٿا. منهنجي خيال ۾ اها رعايت ورلي ڪنهن بي علائقي کي حاصل هوندي. هي علائقو بدنصيب ان ڪري آهي، جو هتي جا رهاڪو مفلس ۽ جاهل هئڻ جي ڪري، قدرت ۽ فطرت جي وسيلن ۽ ذريعن مان ڪو فائدو يا فيض نٿا وٺي سگهن ۽ خوش قسمت، ان لاءِ آهي ته هتي اهي هيرا پيدا ٿيندا رهن ٿا، جن جي رتيءَ جي رهاڻ به چوڏهن طبق روشن ڪيو ڇڏي.

"مسڪين جهان خان کوسو" به انهن هيرن مان، هڪ هيرو آهي، جو هيل تائين گمناميءَ جي غار ۾ پيئي رهيو آهي. مگر ميان محمد بخش بلوچ، ڪيس شهود ۾ آڻي، هن جون جيڪي حقيقتون قلمبندڪيون آهن، تن کي پڙهندي، دل گواهي ڏئي ٿي ته هي درويش، عوامي ڪارڪن جي حيثيت ۾، بي جان هيري جي بدران، جيئرو جاڳندو هيرو آهي.

ڪتاب جي افاديت بابت، سنڌ جي مشهور محقق ۽ عالم جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، جي سند وڏي اهميت رکي ٿي، جنهن صاحب لکيو آهي ته "هن ڪتاب جو لکندڙ ميان محمد بخش پاڻ کي، "مجنون" سڏائي ٿو، پر خرد کان خالي نه آهي. سندس اکين ۾ ديد ۽ دل ۾ درد آهي. اسان وٽ "مسڪين ۽ "جهان خان" موجود آهي، پر ڪين ڪير ٿو سڃاڻي ۽ پڇي! ميان محمدبخش ته وينر مختيارڪار ۽ مختيارڪارن آڏو چور بجهن ۽ ڇنن، جن کي چور منهن پون، سي ئي چورن کي سڃاڻن. "مور" ني

مختيارڪارن جي نظر پوي، سو هڪ معجزو آهي: پر ميان محمدبخش، اهو معجزو ڪري ڏيکاريو. مور کي سجاتائين ۽ هنج کي هنئين لاتائين. صرف سندس حسن انتخاب لاءِ کيس جس، پر سندس حسن بيان لاءِ بہ آفرين. فن سوانح نگاريءَ ۾ سندس هي ننڍڙو ڪتاب، وڏو يادگار رهندو." جيستائين ڪتاب جي لکڻيءَ واري انداز ۽ اسلوب جو تعلق آهي، ان لاءِ بلاشڪ اها راءِ قائم ڪري سگهجي ٿي تہ هي ڪتاب جيئن بي تڪلفيءَ ۽ سلاست سان لکڻ ۾ آيو آهي، تيئن ان کي نون توڙي پراڻن قلمڪارن لاءِ راه جي مشعل چئي سگهجي ٿو. مثال طور ڪتاب جو هي ٽڪرو پيش ڪجي ٿو:

"کوسو ۽ مسڪين؟! ڪوڙو ئي ڪونہ ٿو لڳي، کوسو پيئسي پنجر ۾ ڪٿي مسڪين بہ هجي، پر طبيعت جو مسڪين ڪڏهن نٿو ٿي سگهي. کوسو ڪتل تہ بہ خان آهي، جنتي نہ آهي تہ بہ جوان آهي. گهر ۾ پل ٿي ڏينهن دانگي نہ بہ چڙهي هجيس تہ بہ باهر کوسو، اهڙي مخرج سان ڳالهائيندو ۽ اها ڏيکاري ڏيندو، جو اڳلو سمجهندو تہ مڙس ڪو لک تي متو ڏوئي آيو آهي."

انهيءَ عجيب عبارت جو پورو اندازو اهو ماڻهو پڪيءَ طرح لڳائي سگهي ٿو، جو محمدبخش صاحب سان روبرو ملي، ڪچهري ڪري چڪو هوندو. ساڳيو دوستاڻو انداز ۽ دلبراڻو ناز، جو منهن سامهون ڏنو ويندو، اهو ئي انهن اکرن مان پيو بکي! جڻ چئو تہ صاحب پاڻ وينو ٿو ياريءَ باشيءَ ۾ خيالن جي ڏي وٺ ڪري، وينلن جون دلبون موهي.

پڇاڙيءَ ۾ مصنف جي هيڏي ساري، پرخلوص محنت ۽ بي لوث خدمت کي ساراهيندي، عام خاص ماڻهن کي هن ڪتاب پڙهڻ جي سفارش ڪجي ٿي تہ جيئن ڪين معلوم ٿي سگهي تہ اسان وٽ بہ، هڪ رانجهو، لکن جي مٽ آهي!

جناب محمد بخش "جوهر"

ماهنامہ "سنڌي ڊائجيسٽ" سيپٽمبر سنہ ١٩٦٧ع

## تبصرو

## (١٢)

## "مسڪين جهان خان ڪوسو"

جناب محمدبخش خان بلوچ "مجنون جي طرف کان مون کي دعوت نامو مليو، جنهن ۾ منظور چيمبر حيدرآباد ۾، "شام مسڪين جهان خان ڪوسو" ملهائڻ جي مجلس ۾، شرڪت لاءِ استدعا ڪئي وئي هئي. دعوت نامي پڙهڻ سان، تصور ئي تصور ۾، "مسڪين جهان خان ڪوسو" اڳي سامهون بيهي رهيو. ڪرڙ وڏ شخص، شڪل وشبيہ ۾ "مسڪين"، هڪ هٿ دن تي، جنهن ۾ ڪتاب، رسالا، اخبارون ۽ مس ڪپڙي، ۽ ٻئي هٿ ۾ ٻي ڊولو لڪڻ. پيرن ۾ چمپل، مٿي تي سنڌي ٽوپي، ڪپڙا بنهہ سادا. هي اهو مسڪين هو، جنهن جا ڍگها مضمون، جيڪي ٿر جي حالات بابت هوندا هئا، هلال پاڪستان جي ايڊيٽري واري پندرهن سالا دور ۾ مون وٽ پهچندا هئا ۽ آئون ڪجهہ مختصر، وڏين هيڊنگن سان شايع ڪندو هوس. انهيءَ دور ۾، "مسڪين"، بذات خود، ٻہ ٽي دفعا دفتر ۾ تشريف بہ فرمائي هئي. چناچنہ انهيءَ ڏينهن آئون "مسڪين" جي مجلس شام ۾ شريڪ ٿيس. مجلس ۾، مير مجلس جناب محمد بخش خان "مجنون"، استقباليہ ۾، "مسڪين" جو تعارف ڪرايو ۽ انهيءَ بعد، تاڙين جي گونج ۾ "مسڪين"، بنفس نفيس، اسٽيج تي آيو ۽ هينئر حاضرين مجلس مان، جن اڳي نہ ڏٺو هو، تن بہ ڏٺو تہ سندن سامهون، ٿر جو اهوئي مقبول عام شخص، "مسڪين" بيٺو آهي: مگر انهيءَ بعد اسان جي هٿن ۾ هڪ ڪتاب بہ ڏنو ويو، جنهن جي ٽائيٽل تي، "مسڪين" جي تصوير هئي. معلوم ٿيو تہ ڪتاب، "مسڪين" جي متعلق لکيل آهي ۽ انساني ۽ قومي جذبي هيٺ،

جناب محمدبخش "مجنون" ، "مسڪين" جي متعلق پنهنجا جذبات، احساسات ۽ تاثرات قلمبند ڪري، ڪتاب ڇپائي شايع ڪرايو آهي.

سنڌي زبان ۾ جزوي طور تي ڪنهن مقبول عام شخص جي حياتيءَ تي لکيو ويو آهي ۽ جنهن بابت ڪنهن لکندڙ لکيو آهي، تہ بہ خشڪ نوعيت سان. مگر هن ڪتاب جي خوبي هيءَ آهي، جو لکٽي مني، سولي سلوڻي ۽ ڪل پوگ واري استعمال ڪئي وئي آهي ۽ تسلسل اهڙو سهڻو آهي، جو پڙهندڙ بور نہ ٿيندو، بلڪ چاهہ ۽ دلچسپيءَ سان پڙهندو.

"مسڪين جهان خان ڪوسو" ڪير آهي؟ ڇا آهي؟ هن ٿر جي خلق جي بي لوث خدمت ڪهڙي طريقي سان ڪئي آهي؟ هن جون تنيءَ، تذيءَ ڪاهون ڪهڙيون آهن؟ ڪٿي آهن؟ اهو سمورو حال، جناب محمد بخش "مجنون" ، نئين رنگ ڍنگ سان، هن ڪتاب ۾ پيش ڪري ٿو، جو هر ڪنهن ماڻهوءَ لاءِ، هڪ مثالي سبق جي حيثيت رکي ٿو. هي ڪتاب، جنهن نہ پڙهيو، تنهن ڄڻ ڪجهہ نہ پڙهيو!

موقر هفت روزه "آزاد" ڪراچي
۲۸- آگسٽ سن ۱۹٦۸ع

# تبصرو

## (۱۳)

## "مسڪين جهان خان کوسو"

اسان جو سنڌي ادب، هن وقت مختلف ۽ جدا جدا منزلون طي ڪندو، نهايت ئي تيزيءَ سان، پنهنجي منزل ڏانهن وک وڌائيندو رهي ٿو. سنڌي ادب جو اوج وعروج اسان جي اڳيان آهي. هزارين سنڌي نوجوان، جن کي ادب ۽ علم سان محبت ۽ انس آهي، پنهنجي لياقت ۽ طاقت آهر ڪم ڪندا رهن ٿا. سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾، ادبي محفلون ۽ علمي مجلسون قائم ۽ دائم آهن. اخبارون ۽ رسالا مستقل طرح نڪرندا رهن ٿا. ان کان سواءِ سوين ڪتاب، هزارن جي تعداد ۾ شايع ٿيندا رهن ٿا. اسان جا لکندڙ هر موضوع تي لکندا رهن ٿا. مگر اڃا به سنڌي ادب جو دامن، سوانح حيات جي فن کان خالي رهندو اچي ٿو. ڪنهن جي سوانح حيات قلمبند ڪرڻ، هر ڪنهن لکندڙ جو ڪم نه آهي، ڇو ته سوانح حيات پنهنجي مٿي، هڪ جدا فن آهي. انهيءَ ڪي اسان جي ڪيترن بزرگن قلم کڻي ڪافي ڪوشش ڪان پوءِ، ڪجهه ڪتاب، عوام اڳيان پيش ڪيا آهن.

"مسڪين جهان خان کوسي" جي سوانح حيات، مصنف جناب "مجنون" بلوچ هڪ اهڙي اديبانه انداز ۾ ادا ڪئي آهي، جڻ پڙهندڙ، "مسڪين جهان خان" جو واقف آهي. ڪتاب جي مطالع ڪرڻ سان، ائين معلوم ٿي رهيو آهي، جڻ ته "مسڪين" جي جيئري جاڳندي تصوير، اکين اڳيان، چرندي پرندي رهي ٿي. جناب "مجنون" بلوچ صاحب، هي ڪتاب لکي، سنڌي علم ۽ ادب تي وڏو احسان ڪيو آهي.

هي ڪتاب، هرهڪ سنڌي علم نواز ۽ ادب پرور جي لائبررين ۾ هجڻ، تمام ضروري آهي.

جناب احمد خان آصف "مصرائي"
موقر روزنامہ "عبرت" ۲۴- آگسٽ ۱۹٦۷ع

## تبصرو
## (۱۴)
## "مسڪين جهان خان کوسو"

تازو مٿئين نالي وارو ڪتاب مليو، جنهن جي ڏسڻ سان، اکين کي اجالو، پڙهڻ سان دل کي سرور حاصل ٿيو. هن تصنيف لطيف جو مصنف، محترم محمدبخش بلوچ متخلص "مجنون" هڪ منصف (ماجسٽريٽ) آهي. عام طرح منصف ۽ عملدار، جي سدائين حڪم هلائڻ تي هريل ۽ تزڪ واحتشام سان شام وصبح بسر ڪن، سي ڪتاب لکڻ نہ بجاءِ خود پر ڪتاب ڏسڻ کان بہ ڏور رهندا آهن! جس جو لائق آهي، محترم "مجنون" جو منصف هجڻ سان گڏ، مصنف بہ آهي، جنهن ههڙو شاهڪار پيش ڪري، سنڌي علم وادب ۾ اضافو آندو آهي. سندس دور رس نگاهہ، "مسڪين جهان خان" جهڙي جهان خان تي پيئي، جنهن جي حالات زندگي ۾ سهسين سهٽا سبق سمايل آهن. ڪهڙو نہ سنو لکيو آهي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ:

"هن ڪتابڙي جو لکندڙ، ميان محمدبخش، پاڻ کي "مجنون" ٿو سڏائي، پر خرد کان خالي ناهي، سندس اکين ۾ ديد ۽ دل ۾ درد آهي. اسان وٽ، ڪيئي "مسڪين" ۽ "جهان جا خان" موجود آهن، پر ڪين ڪير ٿو سڃاڻي؟"

مطلب تہ هي ننڍڙو ڪتاب ڪيترن ئي وڏن وڏن ڪتابن کان سرس ۽ سوايو آهي، جنهن ۾ سوانح نگاريءَ جي فن کي پوريءَ طرح نڀايو ويو آهي: ڪتاب جي ظاهري زيب وزينت کي بہ هٿان نہ ڇڏيو ويو آهي. ڪتاب جي مصنف، محترم محمد بخش بلوچ ۽ شايع ڪندڙ، جميل احمد کي مبارڪ ڏين کان سواءِ رهي نٿو سگهجي.

جناب محمود يوسفاڻي

موقر روزنامہ "عبرت" ٢٤- آگسٽ ١٩٦٧ع

## تبصرو

## (١٥)

## "مسڪين جهان خان کوسو"

هر قوم ۾ انهيءَ قسم جا افراد پيدا ٿين ٿا، جيڪي پنهنجو تن، من، ڌن سڀ ڪجهہ قربان ڪري بنا ڪنهن لالچ ۽ حرص جي ملڪ جي ڏتڙيل، غريب ۽ مسڪين عوام جي خدمت ڪرڻ ڪي، پنهنجو نصب العين بنائي ڇڏين ٿا ۽ انهيءَ نيڪ مقصد خاطر، هو پنهنجي پوري زندگي وقف ڪري ڇڏين ٿا. اهي خدا جا نيڪ بندا، نہ تہ خوشامند ۽ پبلسٽيءَ جا طالبو ٿين ٿا ۽ نہ وري پنهنجن پرخلوص ڪارنامن جي ٻين جي آڏو وڏائي ڪرڻ چاهن ٿا.

قوم جي مسڪين عوام جي خدمت ڪندي، هو خود مسڪين بنجي وڃن ٿا ۽ هنن جو وجود انهيءَ مسڪين عوام ۾ اهڙو تہ گهلي، ملي وڃي ٿو، جو ڪنهن کي بہ ان جي پروڙ ئي نٿي پوي. وڏا ڀاڳ آهن انهن ماڻهن جا، جيڪي انهن اعليٰ ۽ بلند مقام رکندڙ هستين کي ڳولي لهن ٿا ۽ وڏا احسان آهن انهن ماڻهن جا قوم تي، جيڪي پاتال ۾ پيهي، اهي قيمتي هيرا چوندي، قوم جي آڏو آڻي رکن ٿا ۽ قوم کي ٻڌائين ٿا تہ تنهنجي اندر هن قسم جا ماڻڪ موتي بہ موجود آهن.

انهن اعليٰ ۽ بلند مقام رکندڙ هستين مان، "مسڪين جهان خان کوسو" بہ هڪ هستي آهي، جنهن پنهنجي زندگي جي پونجي کي، ٿر ۾ بريٽ جي مسڪين عوام جي بي لوث ۽ بي غرض خدمت جي لاءِ وقف ڪري ڇڏيو آهي ۽ اهو ڀاڳوان شخص آهي، جنهن پوري قوم خاص ڪري سنڌ واسين کي انهيءَ اعليٰ هستيءَ کان روشناس ڪرايو آهي ۽ اهو ثابت ڪيو آهي تہ سرزمين سنڌ تي اهڙا سپوت بہ موجود آهن، جن پنهنجي ننڍپڻ، پنهنجي جواني ۽ پنهنجي ٻڍاپي کي غريبن ۽ مسڪينن جي غمن ۽ اهنجن کي خوشين ۾ بدلائڻ جي لاءِ وقف ڪري ڇڏيو آهي.

مسٽر محمد بخش "مجنون"، پنهنجو وقت ۽ پئسو خرچ ڪري، "مسڪين جهان خان کوسو" جهڙي قومي درد رکندڙ خدمت گار تي هڪ ڪتاب شايع ڪيو آهي. هيءُ پورو ڪتاب "مسڪين جهان خان کوسي" جي گمنام، ليڪن قيمتي زندگي سان تعلق رکي ٿو. هن ڪتاب ۾ مختصر طور تي، مگر جامع نموني ۾ اهي سڀ نمايان ۽ قابل قدر ڪارناما بيان ڪيا ويا آهن، جيڪي هيل تائين سنڌ جي باشندن جي اکين کان اوجهل هئا. ليڪن هن ڪي انهيءَ جي معلومات ملڻ ضروري هئي. هڪ دفعو ڪتاب کي شروع ڪرڻ کان پوءِ ماڻهو، هڪ "مسڪين" جي پرعزم زندگيءَ کي پڙهي، ان ۾ اينتري قدر تہ گم ٿي وڃي ٿو، جو ڪتاب پڙهي ختم ڪرڻ کان اڳ ۾ دل ئي نٿي چوي. قوم جا اهي فرد، جن جي دلين ۾ هن علائقي جي غريب ۽ بيوس عوام جي خدمت ڪرڻ جو درد آهي ۽ جن جا ذهن، هن علائقي جي تڪليفن ۾ قاتل انسانن کي زندگيءَ جون چند خوشيون، مهيا ڪرڻ جي لاءِ تڙپي رهيا آهن، تن تي اهو فرض عائد ٿئي ٿو تہ هو هن ڪتاب جو مطالعو ڪن ۽ پنهنجي لاءِ ڪا راهہ متعين ڪرڻ جي ڪوشش ڪن.

ميان محمد بخش خان "مجنون" جي دلنشين، مزاح سان پرپور، ڳوناٺي ۽ وڻندڙ ٻوليءَ هن ڪتاب ۾ وڌيڪ جان پيدا ڪري ڇڏي آهي. ائين معلوم ٿئي ٿو تہ ميان محمد بخش خان "مجنون" هڪ نهايت ڪنهن مشق، مزاح نويس ۽ اديب آهي، ليڪن خبر نہ آهي تہ هو ڪهڙن سببن ڪري هيل تائين، گوشہ نشيني اختيار ڪندو رهيو آهي ۽ سنڌي زبان کي، پنهنجي قيمتي تحريرن کان محروم ڪندو رهيو آهي. سندس حسن بيان تي ڪيس آفرين ڏيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي. سندس هي مختصر ڪتاب، سنڌي زبان جي سوانح نگاريءَ ۾ هڪ بلند مقام رکندو ۽ هڪ قيمتي اضافو ليکيو ويندو. هن ڪتاب منجهان نہ صرف "مسڪين" جي زندگيءَ جي قابل قدر معلومات ملي ٿي، بلڪہ ٿرين جي تڪليفن، هنن جي زندگيءَ جي حالت، رهڻين، ڪهڻين متعلق ناياب معلومات دستياب ٿئي ٿي. ميان محمدبخش خان "مجنون"، جيئن تہ خود انهيءَ طرف جو رهواسي آهي، تنهن ڪري هن بلڪل دل کي ڏڪوئيندڙ واقعات، پنهنجي اصلي رنگ ۾، خوش اسلوبيءَ سان بيان ڪيا آهن.

جناب ڪريم بخش "خالد"

موقر روزنامہ "عبرت" ٢٨-آگسٽ ١٩٦٧ع

# تبصرو

## (١٦)

## "مسڪين جهان خان کوسو"

مان علم الاسماءَ جو ماهر تہ ڪونہ آهيان، پر اوهان مٿئين نالي تي غور ڪندا، تہ اوهان کي شبينهن ۽ بڪري، ٻئي هڪ هنڌ گڏ نظر ايندا. اها اچرج جي ڳالهہ ڪينهي، ڇو تہ "جهان خان"، ذات جو ڪوسو آهي، جيڪي ڏاڍا زورآور ۽ ڏنگا ماڻهو آهن، پر هو بذات خود طبع جو "مسڪين" ۽ حليم جو ڏٺي آهي، ننگرپارڪر جو قديم باشندو، ٿر جي بک ۽ ڏک، معاشرت ۽ ثقافت، تاريخ ۽ تمدن جو مثالي نمونو آهي.

سنڌ جي انهيءَ علائقي جي تاريخ، پراسرار ڏند ڪٿائن ۽ محير العقل داستانن جو مجموعو آهي ۽ جڏهن اوهين، محمد بخش بلوچ جو ڪتاب، "مسڪين جهان خان ڪوسو" پڙهندا تہ اوهان کي يقين ٿيندو تہ خود "مسڪين"، ننگرپارڪر جي قديم ڏند ڪٿائن جو هڪ ڪردار آهي، جيڪو زمان ۽ مڪان جي فلسفي کان بي نياز ۽ خود پنهنجي وجود کان بي خبر آهي.

"مسڪين" جا وڏا، انهيءَ علائقي جا ڪنهن زماني ۾ ڏاڍا مڙس هئا، پر هن يار جو هن دنيا ۾ اچڻ ئي ڪنهن بي مقصد لاءِ هو. حياتي جون خوشيون وڪڻي هن زندگيءَ جا ڏک خريد ڪيا، پر اهي بہ سندس زندگيءَ سان متعلق ڪينهن. پوليس ۾ ملازم ٿيو، پر پنهنجي خاندان جي ٻين فردن جيان، جمعدار يا صوبيدار ٿي، پينشن تي وڃڻ بدران، هن اتي جي ڏتڙيل عوام تي ٿيندڙ ڏاڍاين ۽ زيادتين جي خلاف احتجاج طور ملازمت ترڪ ڪري، خدمت خلق جي بي لاپ، بي ثمر، ۽ بي داد ڪم ۾ زندگي صرف

ڪئي. سندس اها عوامي مشغولي "هر ڪہ خدمت ڪرد، او مخدوم شد" جي نظريہ جي برعڪس ڏسڻ ۾ ايندي.

اوهين جڏهن بہ ڪيس ڏسندا تہ هو مسيحي مبلغن طرفان ڏيڪاريل حضرت مسيح جي تصوير وانگر ڏسڻ ۾ ايندو، جنهن ۾ حضرت مسيح دنيا جا ڏک ۽ ڏولاوا، ڳٽنيون، فڪر ۽ گناهن جي عظيم بار هينان جهڪيو نظر ايندو. هو عوام جي بي لوث ۽ بي غرض خدمت ڪرڻ سان گڏوگڏ پنهنجي نفس سان بہ جهاد ڪندو رهي ٿو ۽ شايد فارسيءَ واري، "مسڪين" بابت ئي چيو آهي تہ:

"منڪر حق، نزد وملاس ڪافراست- منڪر خود، نزد، من، ڪافر تراست."

بهرحال "مسڪين جهان خان ڪوسو" جي زندگي، "قصص الاولين" وانگر " عبرت الارخرين" آهي.

محمدبخش بلوچ "مجنون" جي هيءَ پهرين تصنيف آهي. ان جو موضوع، طرز تحرير ۽ مواد نئين ڍنگ ۽ رنگ جا آهن. سنڌيءَ ۾ ڪيترا سوانحي ڪتاب شايع ٿيا آهن، پر ڪنهن حال حيات ماڻهوءَ جي جيون چرتر بابت، هي پهريون ڪتاب آهي، "مجنونءَ" جي لکڻيءَ ۾ رواني، شگفتگي ۽ سادگي آهي.

موجوده ماحول ۾، مختلف زبانن جي امتزاج سببان، سنڌيءَ جا ڪيترا لفظ متروڪ ٿيندا نظر اچن ٿا. هن ڪتاب ۾، اهڙا ڪيترا نج سنڌي لفظ استعمال ڪيا ويا آهن، جيڪي دلي سڪون جو باعث آهن.

مسٽر محمدبخش بلوچ جو هيءَ ڪتاب، سندس حب الوطني جي بي پناه جذبي ۽ حق گوئيءَ جو مثالي نمونو آهي.

جناب "نجم" عباسي

موقر روزنامہ "عبرت" 10- سيپٽمبر ١٩٦٧ع

## تبصرو

## (١٧)

## "مسڪين جهان خان کوسو"

هيءُ خط، خاص ان خيال کان لکي رهيو آهيان، تہ توهان جي اخبار جي پڙهندڙن جو ڌيان هڪ نئين، قدر جوڳي ڪتاب ڏانهن ڇڪجي. ڪتاب نہ رڳو، ان ڪري نئون آهي تہ اهو نئون نئون ڇپيو آهي، پر موضوع ۽ مواد جي خيال کان بہ نئون آهي. ان جو ليکڪ بہ نئون آهي ۽ لکڻيءَ جو ڍنگ بہ نئون آهي.

موضوع ۽ مواد جي خيال کان، ان ڪري نئون آهي، جو هڪ جيئري جاڳندي شخص جي جيون چرتر لکي وئي آهي .شايد اهڙي سعادت گهٽ ۾ گهٽ سنڌ اندر ڪنهن سياسي يا مذهبي اڳواڻ جي حصي ۾ بہ نہ آئي هوندي. اسان مان، اسان جهڙي، اسان جي درميان هلندڙ چلندڙ هڪ رواجي انسان جي حياتي ڏني وئي آهي.

ڪتاب جو مصنف، ادبي دنيا ۾ نئون آهي. هيءَ هن جي پهرين تصنيف آهي. منهنجو، بلوچ محمد بخش "مجنون" نہ ڏٺل هو ۽ نہ ٻڌل هو. مان، ڪتاب جي تعارفي محفل ۾، هڪ دوست سان گڏجي، اڻ ڪوٺيو وڃي نڪتو هوس ميڙ ۾ شريڪ ٿيندڙ ادبي دنيا جي معزز ۽ معتبر شخصن کي ڏسي، ڪتاب جي اهميت جو ڪجهہ ڪجهہ اندازو ٿيو هوم. پڙهڻ سان ڏاڍو وڻيم. مان هي سٽون صرف ڪتاب جي خوبين کان متاثر ٿي، قلمبند ڪري رهيو آهيان. لکڻ جو ڍنگ بہ نئون آهي. اهڙي دلچسپ پيرايي ۾ هڪ شخص جون ڳالهيون ٻڌايون ويون آهن ۽ اهڙا انوکا واقعا ڏنا ويا آهن، جو ناول جي پڙهڻ وارو مزو پيو اچي. لکڻيءَ ۾ رواني بہ آهي ۽ چرچو گهٻو بہ. شگفتگي

بہ آهي ۽ سادگي پڻ. ٻولي، ليکڪ جي ٻانهي ٿي ڏسجي. ڪيترا نج سنڌي لفظ، ورهين کان پوءِ، هن ڪتاب اندر ڇاپي ۾ نظر آيا آهن.

"مسڪين جهان خان کوسو" ڪتاب پڙهڻ کانپوءِ، يقين ٿي ٿو وڃي تہ هڪ انسان، عهدي ۽ دولت کان سواءِ بہ، ٻين جي مدد ۽ ٻي ڀلا خدمت ڪري سگهي ٿو ۽ اسان جا سڀاجهڙا سنڌي، ڪهڙا نہ املهہ ماڻڪ آهن!

ڪتاب پوري ڪرڻ کانپوءِ، ماڻهو جڻ اڌ اڄايل رهجي وڃي ٿو! دل، هن شخص بابت اڃا بہ وڌيڪ ڄاڻڻ چاهي ٿي، ۽ هن جي زندگيءَ جا ٻيا پهلو معلوم ڪرڻ جو شوق جاڳي ٿو. مثال طور ذهن ۾ اهو سوال اڀري ٿو تہ هن شخص جي گذران جو ذريعو ڪهڙو آهي، ۽ هن پنهنجي اولاد جي تربيت ڪهڙي ڪئي آهي؟

ان ڪري، "مسڪين جهان خان کوسي" جي هيءَ جيون چرتر اڌوري آهي ۽ تڪميل طلب. هيءُ ڪتاب، سنڌي ساهت ۾ سهڻو اضافو آهي، ۽ سنڌين ۾، سنڌيت جو روح ڦوڪڻ لاءِ بهترين سوکڙي!

جناب الهه بچايو "ملاح" ڊاڪا

موقر روزنامه "عبرت" ١٩- آڪٽوبر ١٩٦٧ع

## تبصرو

## (١٨)

## "مسڪين جهان خان کوسو"

"مسڪين" جي زندگيءَ تي ڪتاب لکي، جناب بلوچ صاحب هڪ طرف، ادب ۾ اضافو ڪيو آهي ته ٻئي طرف، مسڪين جي "مسڪين" ۽ خادم جو، سڄيءَ سنڌ سان تعارف ڪرايو آهي. خادم هئڻ جي هام ته هزارين هڻن ٿا، ليڪن "مسڪين" جي خدمت جو جذبو، انتم ۽ اعليٰ آهي. اها ئي سچي خدمت آهي، اهو ئي انسان جو معاشري ۾ اولين فرض آهي. سندس خدمت بي لوث، ذاتي مقاصد کان دور، اينتري قدر جو، اڇوتن کي اسلام جي دعوت به، پنهنجي خدمت جو بدلو سمجهي ٿو. "لااکراه في الدين" ۾ ايمان اٿس.

خلق جي خدمت ڪري، سچي خوشي حاصل ٿئي ٿي. اها خوشي، جا روح کي راحت ڏئي ٿي، تسڪين ۽ فرحت بخشي ٿي. سندس نيڪ نيتيءَ جو، نيڪ اجورو کيس ضرور ملندو.

آفرين آهي جناب بلوچ صاحب کي، جنهن "مسڪين" جي سرگذشت کي لفظن جي سهڻي پوشاڪ، جوڙجڪ ۽ عمده محاورن ۾ ملبوس ڪيو آهي. اينتري ته رنگيني سمايل آهي، جو ڪتاب جو هڪ هڪ جملو، دل ڇڪيو وٺي. پڙهندڙ، سلسلو ٽوڙڻ ڪڏهن به برداشت نه ڪندو.

ٿوري ٿر جي جاگرافي ۽ ڏاتڪي زبان تي به روشني وڌل آهي، ٿر جي ڪوسا بلوچن جي تاريخ تي به احوال ملي ٿو. اها معلومات عام سنڌيءَ جي علم ۾ اضافو آڻيندي.

هي ڪتاب پڙهڻ وٽان آهي. ادب جي عاشقن لاءِ، بي مثال آهي: خادمن لاءِ ته تحفو آهي.

پنهنجي طرفان بهترين سرانجاميءَ لاءِ، مان، "مسڪين" ۽ "مصنف"، ٻنهي کيءَ، مبارڪباد پيش ڪيان ٿو.

موقر هفت روزه "مساوات" جيڪب آباد
٥- سيپٽمبر سنہ ١٩٦٨ع

# تبصرو

## (١٩)

## "مسڪين جهان خان کوسو"

"مجنون" صاحب، "مسڪين" جي سوانح حيات تحرير ڪري، نہ فقط "مسڪين" ڪي عالم آشڪار ڪيو آهي، پر انهيءَ سان گڏ، "ذڪر اس پري وش ڪا، اور پهر بيان اپنا" ، جي مصداق، پاڻ ڪي ۽ پنهنجي آبائي وطن، سرزمين ٿر ڪي، پنهنجي قوم ۽ تهذيب وتمدن ڪي، بہ نقش اوارق، عام مشهور ڪري، هڪ وڏو اهم ڪم سرانجام ڏنو آهي، درحقيقت تحرير مجنون،باعث آسنائي وجود مسڪين، وجہ شهريت مجنون، ثابت ٿيو آهي. مسڪين، طفيل مجنون آشڪار، عالم ومجنون، طفيل، مسڪين! سبحان الله، هي آهي مقصديت تحرير اديب جو، هڪ تير سان بہ شڪار ڪري، مجنون صاحب، مسڪين جي حالات زندگيءَ ڪي نهايت باريڪ بينيءَ سان ڏسي، رقم طرازي ڪئي آهي. تحرير ۾ شگفتگي اختيار ڪري، گل تر جي غنچہ شبينہ، بدم، صبح، بهار، شگفتگي اختيار ڪري، گل تر جي صورت نمودار ٿيو آهي ۽ شفق افق تي سرگرم رنگ سازي ومشاطگي، شاهد گل جو ڪم سرانجام ڏئي رهيو آهي. مجنون صاحب جي قلم جي مسيحائي جو اهو عالم، تہ مرده وپامال مضمون ڪي بہ لب جي جنبش سان، زنده ڪري ڇڏي ٿو. اسلوب بيان نهايت سهڻو، اديبانہ رنگ ڍنگ ڪان سواءِ، مجنون صاحب جو ساغر طبع، جام ظرافت سان لبريز آهي، جتي ڪنهن مضمون ڪي مزاحيہ انداز ۾ رقم ڪيو اٿس، سو نايت دلڪش آهي. ازانسواءِ جو ٿريچي مخصوص الفاظ وڳوناٿا لب ولهجا استعمال ڪيل آهن، لطف ڪان خالي نہ آهن. مجنون صاحب جي طبيعت، نهايت موزون آهي، نثر نويسيءَ ڪان سواءِ ڪڏهن

ڪڏهن شعر ۾ بہ گل افشاني گفتار ڪندا آهن

مصنف، مذڪوره ڪتاب شايع ڪري، فن سوانح طرازي کي فروغ ڏيڻ کان سواء، سنڌي سنجيده وپاڪيزه ادب تي احسان ڪيو آهي، جو سنجيده وحق پرست طبقو، يقينن محفوظ ومستفيض ٿيندو ۽ سنڌي ادب ۾ باعث اضافت آهي. بقول بنده:

هر حــرف خـامــہ گــويا، صــد دفــتــر، دبســتــان،
هر قطره مــيــاهي، صــد جــوءِ آب حــيــوان.

جناب پروفيسر عبدالمجيد "سنڌي" سکر
٢٢- جون سنہ ١٩٦٩ع

## تبصرو

## (20)

## "مسڪين جهان خان کوسو" هڪ نظر ۾

نثر نگاريءَ جي سڀ کان وڏي خصوصيت ان جو اسلوب آهي. اسلوب، هيئت ۽ خيال جي ميلاپ سان مرتب ٿيندو آهي. لفظ وري، انهن ٻنهي کي پاڻ ۾ ملائڻ جو ذريعو آهن. انهن جو درست ۽ موقعي موجب استعمال، خيال ۾ قوت پيدا ڪندو آهي، ان جي گهرائيءَ ۾ اضافو ڪندو آهي، معنويت وڌائيندو آهي، ۽ آخرڪار ان اسلوب کي جنم ڏيندو آهي، جيڪو هر فنڪار جو پنهنجو ۽ منفرد هوندو آهي، جنهن مان ان جي شخصيت جا ڪيترائي پهلو نمايان ٿيندا آهن. ان ڳالهه کي ڪيترن ئي نقادن مڃيو آهي، تہ اسلوب، فنڪار جي شخصيت ۽ مزاج جي عڪاسي ڪندو آهي. "بفن" چيو آهي، تہ: "اسلوب، شخصيت جو جزو هوندو آهي. هيءَ بلڪل شخصي ۽ ذاتي شي آهي: اهڙيءَ طرح جيئن اکين جو رنگ يا ڳالهائڻ جو طريقو، شخصي ۽ ذاتي شيون آهن." گورمان چيو آهي، "اسلوب معنيٰ، خيال ظاهر ڪرڻ جو ذاتي طريقو، جنهن مان خود ليکڪ کي سڃاڻي سگهجي ٿو." وڌيڪ لکيو اٿس: "اسلوب، ليکڪ جي ذهني نشاندهي ڪندو آهي".

مطلب تہ اسلوب مان، فنڪار جي شخصيت پوريءَ طرح نمايان ٿئي ٿي. سنڌي زبان جي انوکي ۽ پنهنجي قسم جي ڪتاب: "مسڪين جهان خان کوسو" جي اسلوب مان بہ سندس ليکڪ جي شخصيت، فطرت ۽ طبيعت نمايان ٿئي ٿي. سندس اسلوب کي ڏسي مڃڻو پوي ٿو، تہ هو هڪ منفرد طبيعت جو مالڪ آهي. سندس مشاهدي جي قوت تيز آهي، هو، هر شيءِ

ڪي باريڪ بينيءَ سان ڏسي ٿو، اينتري قدر جو هو، نه فقط ڪردارن ۽ شين جي ٻاهرين ڏيک ويک جي پوري تصوير، پنهنجي ذهن ۾ ويهاري وجي ٿو، پر ڪردارن جي فطرت ۽ مزاج ۽ شين جي خوبين ۽ خصوصيتن جو به صحيح اندازو لڳائي وجي ٿو. ان سان گڏ سندس نظر ۾ خلوص آهي، انسان دوستي آهي، احساس آهي ۽ بري ڀلي جي تميز آهي. انهيءَ ڪري هو حقيقت پسند آهي، منصف آهي ۽ مخلص آهي. اهي آهن بنيادي اقدار، جيڪي اعليٰ ادب کي وجود ڏين ٿا. اهو ئي سبب آهي جو مذڪوره ڪتاب، هڪ شاهڪار ٿي پيو آهي، ۽ هر وجهه، ادبيات، عاليه ۾ شمار ٿيڻ جي لائق آهي.

مذڪور ڪتاب جو مصنف، محترم محمد بخش بلوچ، سڏائي ته "مجنون" ٿو، پر دراصل آهي رندو دانا. هن نه فقط فطرت ۽ انسان جو ګوڙهو مطالعو ڪيو آهي، پر ڪيس زبان تي به وڏي قدرت حاصل آهي. سندي نثر جي اها خاصيت آهي، ته لفظن جي فنڪارانه استعمال سان، جملن جي سهڻي ترتيب ۽ موزون تشڪيل وجود ۾ ايندي آهي. مجنون صاحب، چونڊ لفظ، اهڙيءَ وڻندڙ ترتيب سان آڻي ٿو، جو تحرير پرڪشش به ٿي وجي ٿي، ته پر اثر به ٿئي ٿي. نه ان ۾ مونجهارو آهي، ۽ نه ان جي سمجهڻ لاءِ دماغ تي گهڻو زور ڏيڻو پوي ٿو. ان جي سلاست ۽ سادگيءَ کي ڏسي، سڀ کو ائين چوندو ته جيڪر اهڙو نثر مان به لکي وجان، پر جڏهن لکڻ ويهي، ته يا ته قلم چپيو نه ڪريس، يا وري لکڻ کان پوءِ، پنهنجي ئي تحرير، پاڻ کي ڦڪي لڳيس.

مجنون صاحب، جڏهن تحرير ۾ پنهنجو هڪ مخصوص لفظ استعمال ڪري ٿو، ته ٻيون سڀ تشبيهون ۽ صفتون به اهي ئي استعمال ڪري ٿو، جيڪي ان لفظ سان پوري مطابقت رکن ٿيون. "مسڪين" لفظ، آهي ته جهان خان کوسي جي سڃاڻپ جي نشاني، پر مجنون صاحب، جڏهن ان کي مخصوص انداز ۾ آڻي ٿو، ته ان سان گڏ تشبيهون ۽ چوڻيون به آڻي ٿو جيڪي نه فقط مصنف جي معنوي مقصد جي وضاحت ڪن ٿيون، پر خود ڪردار جي نفسياتي ڪيفيت جي آئينه داري به ڪن ٿيون. مثال طور هيٺيون ننڍو ٽڪرو ملاحظه فرمايو:

"مهلون به مڙسن تي ايندبون آهن. مسڪين ۽
ڏکن، ازل کان پاڻ ۾ ڪونه ورهايو. مسڪين کي
ڪا سٺي ئي سورن جي ملبل آهي، تنهن ڪري سسئي
۽ سور، پٽيندا ويا پاڻ ۾."

هن جي اسلوب جي بنيادي وصف هيءَ آهي، ته سندس فطرت ۽ موضوع ۾ ڪو اختلاف نه آهي. ٻنهي جي وچ ۾ هڪ شديد جذباتي رشتو موجود آهي. هن، انهيءَ موضوع تي قلم کنيو آهي، جنهن تي سندس ايمان راسخ آهي، ۽ انهيءَ ڪردار تي قلم کنيو اٿس، جنهن جي ڪارنامن کان بيحد متاثر آهي. اهو ئي سبب آهي، جو سندس اظهار ۾ اعتماد ۾ گهرائي، اپرڻ وارن نتيجن ۾ وزن ۽ معنويت آهي.

سوانح نگاريءَ جو ڪمال اهو آهي، ته هو پنهنجي ڪردار جو نه فقط ٻاهريون ڏيک ويک، هلت چلت، بيان ڪري، پر ڪردار جي مزاج ۽ طبيعت، فطرت ۽ ذهني رجحانات کي به اجاگر ڪري. مجنون صاحب، انهن سڀني ڳالهين جو پورو پورو لحاظ رکيو آهي. انهيءَ ڪري بلاشبه ڪيس ڪامياب سوانح نگار چئي سگهجي ٿو. هو هر ڪردار جو ٻاهريون ڏيک ويک، هلت چلت اهڙي ته واضح انداز ۾ پيش ڪري ٿو، جو ائين ٿو معلوم ٿئي جڻ اهو ڪردار، پنهنجي انفرادي خصوصيت سان اکين آڏو وينا ڏسون. نه فقط ايترو، پر هر ڪردار جي نفسياتي ڪيفيت، سيرت، مزاج ۽ فطرت به اهڙي نموني پيش ڪري ٿو، جڻ لفظن جي تصويري پيڪر کي، نطق ملي ويو آهي. سندس هينئين تحريرن مان، "مسڪين" جي مزاج ۽ فطرت جو اندازو، بخوبي لڳائي سگهجي ٿو:

"ڪڏهن به سندس واتان ڪنهن جي لاءِ به ڪو بد لفظ يا معمولي ۾ معمولي گار به نه نڪتي آهي. نه گهٽي جاڙي هٽي، نه جهڳي، هميشه ڪم گو بلڪ گو مگو.... ڪڏهن به ڪنهن سان ٻاڙو نه ٻوليندو. .... هر ڪنهن سان خلق ۽ خنده پيشاني سان پيش ايندو. چوندا آهن ته بک بڇڙو تول، داناءُ ديوانا ڪري، پر مسڪين کي سندس انهيءَ مسڪيني حالت ۾ به مون ڪڏهن منهن گهنجيل ڪونه ڏٺو."

"ڪو غريب، ڪنهن ڪوڙي ڦڏي ۾ ڦاسي پيو تہ مسڪين، ان جي پهچڻ کان اڳ ۾ ئي ٿاڻي يا ڪورٽ ۾! انصاف گهرندو، التجا نہ ڪندو.... سچي جو يار غار ۽ ان لاءِ سر ڏيڻ لاءِ بہ تيار. ڪوڙي لاءِ قدم بہ اڳتي نہ ڪڍي."

اهڙيءَ طرح، نہ فقط مکيہ ڪردار جي واضح ۽ پوريءَ طرح سان اپريل ڪردار نگاري ملي ٿي، پر وچ تي ڳالهہ هلندي، جيڪي بيا ڪردار آيا آهن، انهن جي بہ اهڙي ئي طرح ڪردار نگاري چٽي وئي آهي. انهن ڳالهين سان گڏ مصنف،ٿر جي کوسن متعلق ۽ ٿر جي بين خوبين ۽ خصوصيتن بابت بہ تحقيقي معلومات ڏني آهي. هن ڪتاب مان اسان کي، ٿر بابت، نهايت اهم معلومات ملي ٿي. مکيہ ڪردار "جهان خان" جا ڪارناما تہ بي مثال آهن، پر جنهن انداز سان، انهن کي پيش ڪيو ويو آهي، ان پيشڪش، ڪردار توڙي ڪتاب کي، غير فاني بنائي ڇڏيو آهي.

---

جناب حميد سنڌي

موقر ماهنامہ "روح رهاڻ" آڪٽوبر ١٩٦٧ع

# تبصرو

## (٢١)

## "مسڪين جهان خان کوسو"

سنڌي ادب جي دنيا، سوانح عمرين ۽ سرگذشتن کان خالي ڪانهي. وفات ڪيل اديبن يا جيئرن اديبن جي زندگيءَ جو احوال گهٽين صورت ۾ قلمبند ڪيو ويو آهي، پر هڪ سماجي ڪارڪن جي زندگيءَ جي اهم رخ کي، جنهن نموني سان، "مجنون" بلوچ، محسوس ڪيو آهي ۽ اسان کي ان کان وڌو احساس بخشيو آهي، تنهن جي جيتري بہ تعريف ڪجي ٿوري آهي.

هن نموني جا ڪتاب اسان وٽ تمام ٿورا آهن، پر جي آهن بہ، تہ هن نموني جي طنزيہ ۽ مزاحيہ طرز تحرير کان وانجهيل آهن.

"مسڪين جهان خان" هڪ ٿري آهي. سندس رڳ رڳ ۾ ٿر رچيل آهي. سندس جيئڻ بہ ٿر لاءِ، تہ مرڻ بہ ٿر لاءِ آهي. سندس خدمت جي جذبي ۽ مذهبي لباس واري روپ کي، نئڙي سلام ٿو ڪجي. سندس وطن لاءِ حب ۽ سڪ، انسان ذات جي هڪجهڙائيءَ جو عظيم عقيدو، سندس ڪردار جي بلنديءَ کي ظاهر ٿا ڪن، خاص ڪري سندس اڇوتن ۽ گهٽ ذاتين وارن سان پيار ۽ جذبو، سندس سونهن آهي.

ڪردار جي ايڏي بلنديءَ کي محسوس ڪرائڻ ۾، وڌو ڪردار، اسان جي دوست محمد بخش "مجنون" بلوچ جو آهي. سندس تحرير جو ڪمال اهو آهي، جو هھڙو خشڪ مضمون، هڪ ئي نشست ۾، ختم ٿيو وڃي.

سندس ٻولي، سولي ۽ سهٽي آهي. محاورن جو استعمال تمام گهٽي ۽ سنئي نموني ڪيو ويو آهي. ڪن هنڌن تي، سندس تحرير، ٻنهہ نشتر وارو ڪم ڪري ٿي. طنزيہ لکڻيءَ ۾، کيس وڌو ڪمال حاصل آهي.

جناب نظام الدين کوسو، جيڪب آباد

موقر روزنامہ "عبرت" ۱۰- سيپٽمبر ۱۹٦۷ع

# تبصرو

## (۲۲)

## "مسڪين جهان خان کوسو"

تازو ڊويزنل ڪائونسل جي گڏجاڻيءَ ۾، نواب شاهہ ويس تہ انهي مون کي، ميان محمد بخش "مجنونءَ" جو لکيل ڪتاب "مسڪين جهان خان کوسو"، انهي جي چيف آفيسر، برادرم شمس الدين، پڙهڻ لاءِ ڏنو. اجلاس وقت، عبدالرزاق کوسي، ميمبر ڊويزنل ڪائونسل خيرپور جي موت جي خبر ملڻ ۽ گڊو بئراج جي زمين تي، مقامي ماڻهن جي حقن بابت بحث ڪرڻ سبب، آئون دماغي طرح ٿڪل هوس، تاهم اهو ڪتاب، رات جو ڏهين بجي پڙهڻ شروع ڪيم، جيستائين ان کي پڙهي پورو نہ ڪيم، ڪتاب، "مجنون" صاحب، اهڙو تہ لکيو آهي، جو آئون پانيان ٿو تہ سردار ديوان سنگهہ جي "ناقابل فراموش" ۽ راشدي صاحب جي "اهي ڏينهن، اهي شينهن"، کان پوءِ، هن ڪتاب کي درجو ڏجي تہ جيڪر غلط نہ ٿيندو. جهڙيءَ طرح ميان "مجنون"، ننگرپارڪر جي کوسن جو ذڪر لکيو آهي، تہ هو نماز جي بنهہ ويجهو ڪونہ آهي، تيئن اپر سنڌ ۾ بہ کوسن جو هڪ پاڙو آهي، جو نماز جي بنهہ ويجهو نہ آهي. اهي، هن ڪري نماز ڪونہ پڙهندا آهن تہ گهر مسيبت ٿيندو. پر هن خيال سان تہ سائين گاجي شاهہ، سندن ياران، سمورا بار ڪٽي ڇڏيا آهن. اهي کوسا، ڪجهہ وقت اڳ، سڪن وانگر، پنهنجا جملي بدني وار بہ نہ ونائيندا هئا. ڪنهن بہ حاجتمند کي، بي دريغ بنا ڪنجوسيءَ جي هڪڙو وار، بطور تعويذ جي، پٽي ڏيڻ ۾ دير نہ ڪندا هئا. البتہ هينئر اهو عقيدو، انهي ويل پيو ڏسجي.

ميان "مجنون"، هي ڪتاب لکي، هڪ وڏو احسان ڪيو آهي. ڪتاب

پڙهن بعد، هر محب وطن ۾، هڪ همت پيدا ٿئي ٿي ته آئون به جيڪر "مسڪين" جهڙي خدمت ڪرڻ لاءِ خادم ٿي، ميدان ۾ اچان.

"مسڪين جهان خان ڪوسي" جي ڪردار کي پيش ڪندي، ميان "مجنون" ، هر محب وطن کي، هڪ نه، پر ڪيئي سبق ڏنا آهن.

اتفاق سان، حيدرآباد ۾، ميان "مجنون"ءَ سان ملاقات به ميسر ٿي. هن، مون کي پئي ڳوليو ۽ مون، هن کي پئي ڳوليو. چاڪاڻ ته هن، ڪتاب لکي، پاڻ کي ظاهر ڪيو ۽ مون نواب شاهه ۾ دويزنل ڪائونسل جي اجلاس اندر، نمايان بهرو وٺي، پنهنجي خادمي ظاهر ڪئي.

جيتري قدر ڪتاب جو تعلق آهي، آئون يقين ٿو ڪريان ته هن مان، ڪوسا قوم ڪان علاوه، هر سنڌي به فخر محسوس ڪندو. ڪتاب، جنهن طرز تي لکيل آهي، اهو پڻ هڪ بهترين شاهڪار آهي.

---

اجمل بيگ قليچ بيگ مرزا (اجمل)
حيدرآباد - ٦- جون سنہ ١٩٦٩ع

# تبصرو ۽ تعارف

# (٢٣)

## ڪتاب "مسڪين جهان خان کوسو" ۽ ان جو مصنف

پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ، سنڌي علم ادب جي حالت، ناگفتہ بہ پئي رهي آهي، جنهن جو مکيہ ڪارڻ آهي، ٻرک سنڌي هندو ليکڪن ۽ اديبن جي سنڌ مان لڏ پلاڻ، ۽ ڪنهن مشق سنڌي مسلمان اديبن، عالمن ۽ شاعرن مان، گهڻن بزرگن جي، هڪ ٻئي پويان وفات حسرت آيات!

سنڌي عروضي شعر وشاعريءَ جي ترقيءَ جون راهون، محدود ٿينديون پيون وڃن، جنهن جو وڏو سبب اهو ئي آهي، تہ اڄڪلهہ جا اڪثر سنڌي شاعر، علم بديع ۽ علم عروض کان، بنهہ نابلد ۽ بيٰ بهره آهن، لهذا موجوده دور جي اڪثر نوجوان سنڌي شاعرن، جن کي صحيح معنيٰ ۾ "سگهڙ" ئي چئي سگهجي ٿو ۽ نہ "شاعر"، خالص سنڌي شعر وشاعري ۽ ثقافت سان والهانہ عشق جي بهاني، سنڌي عروضي شعريءَ کي، ايراني شاعريءَ جي نقالي ڪوٺيندي، قديم سنڌي شعر، کي يعني ڪبت، ڏوهيڙو يا دوهرو يا بيت، هنر، ڏور، چلڙو ٻيلهڻ، ڪوڏاڻو، سينگار، لولي، مولود، مداح، معجزو، ٽيهہ اکري، جهولڻو، سهرو، مانجهيئڙو، وائي، ڪافي وغيره کي، نئين سر جيئارڻ لاءِ، طرز جي بيت بازي ڪرڻ، شروع ڪري ڏني آهي، ڇا لاءِ جو انهيءَ قسم جي قديم ۽ جهنگلي سنڌي شعر ۾ ڪين، ڪنهن بہ قسم جي فني يا قاعدي قانون جي پابندي يا بندش، نظر نٿي اچي، ۽ انهيءَ بي ربط ۽ بي نظم بيت بازيءَ کي، نئون نالو ڏنو اٿن "آزاد نظم"!

"برين عقل ودانش بايد گريست!"

اهڙيءَ ريت، سنڌي عروضي شاعريءَ ۾، صدها سالن کان، جيڪو

ادبي خزانو جمع ٿي چڪو آهي، يا ان تي، محققن ۽ ڪاوشون ٿينديون آيون آهن انهن تي اڄ ڪلهه، ناتجربه ڪاريءَ، ناواقفيت ۽ نااهليءَ سبب، پاٽي ڦيرڻ جون ڪوششون، منظم طور ۽ وڏي پيماني تي ٿي رهيون آهن، جا ڳالهه، سنڌي علم ادب لاءِ، وڏي هاڃيڪار ثابت ٿي آهي ۽ ٿيندي.

ٻئي طرف، سنڌي نثري تخليقات ۾، اڄ ڪلهه جي نوجوان اديبي ذوق رکندڙ طبقي ڪي، جيئن ته بظاهر صرف ونحو، يا ٻئي ڪنهن علمي يا فني قاعدي قانوني جي پابندي نظر نٿي اچي، لهذا انهن، پنهنجي قلم جون ڪند ڪوڏرون، انڌاڌنڌ هڻڻ، شروع ڪيون آهن، جنهن جو نتيجو، "انڌي گهوڙي ڪل ۾" يا "انڌي ۽ جنڊ" وارو، رونما ٿيو آهي! آکاڻين ۽ ڪهاڻين، حڪايتن ۽ افسانن جي ميدان تي البته، سندن قلم جا ڪونتل ڪڏن ٿا ۽ جولانيون ڏيکارين ٿا، باقي رهيا نثر جا ٻيا قسم جهڙوڪ سنواح، تاريخ، مضمون، مقالو، ڊراما، تبصره، تذڪره، تنقيد، انشاپردازي، تزڪ نويسي وغيره جن جي مثال يا حوالا پيش ڪرڻ لاءِ به، متقدمين جي تصنيفات ڏانهن رجوع ڪرڻو پوندو. اها حالت به، سنڌي ادب لاءِ، نهايت افسوسناڪ آهي!

ملڪ جي تقسيم ڪان پوءِ، سنڌي زبان ۾، آڱرين تي ڳڻڻ جيتريون مس، ڪي بامقصد ۽ معياري تحريرون ۽ تخليقون، صفحه شهود تي نمودار ٿيون آهن، جن مان هڪ، "مسڪين جهان خان کوسو" نالي ڪتابڇو آهي، جو اسان جي محترم دوست ۽ سنڌ جي نوجوان اديب ۽ شاعر، حضرت محمدبخش بلوچ"مجنونءَ" جي دماغي ڪاوش، ادبي ۽ قومي سوزش جو نتيجو آهي. هيءُ ڪتابڇو، "بقامت ڪم وبقيمت اهم" جي بمصداق، اگرچه حجم ۾ سو ننڍو آهي، ليڪن سنڌي علم، ادب ۾، هڪ اعليٰ ۽ ارفع مقام ۽ اهميت حاصل ڪري چڪو آهي! هيءُ، حضرت مجنونءَ جو لکيل، پهريون ئي لاجواب ڪتاب آهي ۽ سندس ابتدائي ڪامياب ڪوشش آهي، جنهن لاءِ هو صاحب، لکها مبارڪن جو مستحق آهي! مون، اهو ساڳيو ڪتاب، ٻه گهمرا اڳي، ۽ ٽيون گهمرو، پنهنجي هن تبصري لکڻ کان اڳ، پڙهي پورو ڪيو آهي. مطالعي جو چوٿون موقعو، انشاءَ الله تعاليٰ، ڪتاب جي هن نئين ايڊيشن جي پروفن پڙهندي ميسر ٿيندم. ڪتاب جي مطالعي مان، هر

گهمري، هڪ نئون لطف آيم!

سنڌ جي مختلف اخبارن ۽ رسالن، اديبن ۽ عالمن، هن ڪتابچي تي، دل کولي تبصرا ڪيا آهن ۽ ان جي فاضل مصنف جي تعريف ۽ توصيف ۾، رطب اللسان رهيا آهن. تبصرن جو هڪ لامتناهي سلسلو آهي، جو اجا ختم ٿيندي، نظر نٿو اچي!

پهريون سوال، جو لاشڪ، حضرت مجنونءَ جي بالغ نظريءَ، عاليشان ميلان طبع، قومي سوز ۽ گداز، درد ۽ تڙپ، قدر شناسي ۽ سندس اخلاقي معيار جي بلنديءَ ڏانهن دلالت ٿو ڪري، سو هيءُ، تہ ڪهڙيءَ ڳالهہ ڪيس مجبور ڪيو، جنهن جي تحت، هن صاحب، پنهنجي پهرين پهرين تحرير، ملڪ جي ٻين مشهور سماجي ۽ سياسي ڪارڪنن، نامور اديبن ۽ عالمن قومي ۽ ديني رهنمائن، معروف اهل، فن ۽ اهل، هنر حضرات کي، يڪلخت ريٽي، ٿر جهڙي پسمانده علائقي جي هڪ غير معروف ۽ درويش صفت سماجي ڪارڪن، مسڪين جهان خان کوسي صاحب جي سوانح ۽ سماجي ڪارنامن بيان ڪرڻ جي نذر ڪئي؟!

حضرت مجنونءَ جي عقابي ۽ دور رس نگاهن، تحقيق، سنڌ جي سماجي توڙي سياسي، ديني توڙي ملي، علمي توڙي ادبي مهاساگر جي سطح تي، ڪک ڪهجر وانگر تلڪندڙ غورابن کي نظرانداز ڪري، ان جي پاتار ۾ پيهي، غوطا هڻي، منجهانئس هڪ آبدار موتي ڪوري، ڪڍي، آڻي صرافن ۽ وبنجهارن آڏو پيش ڪيو آهي:

"ايءَ گت غواصن، جئن سمند سوجهيائون،
پيهي منجهہ پاتار جي، ماڻڪ ميڙيائون،
آڻي ڏنائون، هيرو لعل هٿن سين!"
(لطيف رحہ - سر سريراڳ، فصل ٻيون)

معلوم رهي تہ سنڌ ۾، سوانحي ادب تي، ڳاڻ ڳڻيا ڪتاب مس لڀندا، جي ٻڻ "تاليف" جي زمره ۾، شمار ڪري سگهجن ٿا. ان جي برعڪس،

عجب آهي تہ اسان جو محترم دوست، حضرت مجنون، هڪ بزرگ جي سوانح تي مشتمل ڪتاب، بنا ڪنهن بئي ڪتاب جي مطالع، حوالي يا مدد جي، ڪيئن تصنيف ڪري سگهيو آهي، جڏهن ڪنهن سوانحي يا تاريخي ادب جي تاليف لاءِ، متعلقہ مختلف ڪتابن جي حوالن جي اشد ضرورت ٿيندي آهي، جنهن ڪانسواءِ، سوانحي يا تاريخي تخليق، ناممڪن آهي!

اسان ڪي، سنڌي توڙي ٻين زبانن جي سوانحي ادب تي، جيترا بہ ڪتاب نظر اچن ٿا، تن کان حضرت مجنونءَ جي هن سوانحي تخليق جو رنگ ۽ ڍنگ، نمونو ۽ طرز، بلڪل مختلف ۽ نرالو آهي. "مسڪين جهان خان ڪوسو"، هڪ خالص ۽ منفرد، سماجڪ ۽ اصلاحي تحرير آهي، جنهن ۾ فاضل مصنف، بيانيہ طرز، تحرير کان گهٽو ڪم ورتو آهي. حضرت مجنونءَ کي، قدرت وٽان، بيان جي طاقت، وديعت ئي مليل آهي. جنهن بہ شيءِ، جنهن بہ منظر ۽ جنهن بہ ماڻهوءَ جو بيان، پيش ڪرڻ ٿو چاهي، انهيءَ شيءِ، انهيءَ منظر يا انهيءَ ماڻهوءَ کي، جيئرو جاڳندو آڻيو، پڙهندڙن جي اڳيان ٿو بيهاري! اها هڪ خدائي ذات آهي، جا تصنع، بناوت يا جدوجهد سان، ڪنهن کي حاصل ٿي نٿي سگهي! هونءَ بہ، محترم بلوچ صاحب سان، جيڪي ماڻهو روبرو مليا هوندا، تن محسوس ڪيو هوندو، تہ موصوف جي ذات ۾، هڪ قدرتي مقناطيسي يا چقماق واري طاقت رکيل آهي، جا دلين کي، پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿي! اهو ئي سبب آهي، جو محترم مجنون صاحب جي دوستن جو حلقو، نهايت وسيع آهي، جي سندس قرب ۾، هميشہ ڪُڙيل رهن ٿا!

ڪتاب ۾، اڪثر جاين تي، فاضل مصنف، مزاحيہ طرز، تحرير اختيار ڪئي آهي. جتي جتي، پنهنجي سماج تي طنز يا مزاح ٿو ڪري، اتي سمجهڻ وارا خوب سمجهن ٿا تہ هو، زهر خند ٿو ڪري! سندس اکيون، سماج جي ابتر حالت تي، نسورو نير ٿيون وهائين، ۽ سندس حساس دل، پنهنجيءَ قوم وارن لاءِ ڪڙهي ٿي! سندس ٽهڪن ۾، درد پيريون آهون ۽ دانهون، روڄ ۽ راڙو لڪل آهي!

حضرت مجنون فطرتن، هڪ شگفتہ مزاج ۽ مزاحيہ طبيعت رکندڙ جوان

آهي. دوستن هميشه، کيس ٺهڪندڙ ڏيندي ڏٺو هوندو! پر مون بارها، ديني ۽ سماجي وغيره مسئلن تي،گفتگوءَ دوران، سندس اکيون آبدار ۽ آشڪبار ڏٺيون هونديون، جنهن مان پليءَ پٽ ظاهر آهي ته هو صاحب، هڪ اهل دل ۽ اهل درد آهي. حضرت مجنون، هڪ شريف النفس ۽ ظريف الطبع، سدا ڪلڻو ۽ رلڻو ملڻو، خوش خلق ۽ خوش طبع، ملنسار ۽ قربدار، خوش خو ۽ خوش اخلاق، نيڪ ڪردار ۽ نيڪ اطوار، خوش گفتار ۽ خوش رفتار، صادق القول ۽ صادق الوعده، حليم ۽ طبع جو سليم، خوش قطع ۽ خوش وضع، ديندار ۽ منشرع، نيڪ نمازي ۽ هڪ پڪو مومن مسلمان،خوددار ۽ وضعدار، نهايت نهٺو ۽ متواضع، منڪسر المزاج ۽ رفيق القلب، نيڪ دل ۽ نيڪ نيت، نهايت حساس دل ۽ دماغ رکندڙ، مرنجان مرنج قسم جو صالح ۽ نيڪ طالع، لائق ۽ فائق جوان آهي. حضرت مجنون، اهل دل ۽ اهل درد حضرات وانگر، شعرو شاعريءَ ۽ علم موسيقيءَ جو بہ دلدادو آهي. هيڏانهن ڏڪڻ تي آتو لڳو ۽ سارنگي يا ڪو ٻيو ساز ڇڙيو، هوڏانهن مجنون صاحب، هٿن مان ويو!

هيٺ، محترم مجنون صاحب جي ڪتاب، "مسڪين جهان خان کوسي" جو اجمالي جائزو پيش ڪجي ٿو:

• مون کي، سنڌ ۾، محترم بلوچ صاحب کان سواءِ، اهڙو ٻيو ڪوبہ مصنف ڪونہ سجهي، جنهن جو، زندگيءَ ۾ پهريون ئي پهريون لکيل ڪتاب، زيور طبع سان آراستہ ويپيراستہ ٿي، هيڏي، اجا ميدان ۾ آيو ئي مس هجي تہ هوڏي، هٿوهٿ، عوام توڙي خواص تائين، پهچي ويو هجي ۽ چند مهينن بعد، ان جي دوبارہ شايع ٿيڻ جي، شديدضرورت بہ محسوس ڪئي وئي هجي! نہ فقط ايترو، بلڪ هڪ طرف، ملڪ جي ٻين ڪهنہ مشق اهل قلم حضرات ۽ نامور اديبن جي تصنيفات جي مقابلي ۾، بالائي بالا، "پاڪستان رائيٽرس گلڊ" وٽان، پنج سئو رپيا انعام پڻ، ڪٺي آيو هجي، تہ ٻئي طرف قبول خاص وعام جي سند پڻ، حاصل ڪئي هجيس! "پهرين تڪي ڪب پري"، انهيءَ کي ئي چئبو آهي! هڪ سنڌي مصنف جي، سو بہ پهرينءَ نہ ست مر هن کان وڌيڪ ٻي ڀلا ڪهڙي خوش قسمتي يا قدر شناسي ٿي

سگهي ٿي؟!

سنڌ جي علمي ۽ ادبي ميدان ۾، محترم بلوچ صاحب، اگرچه عملي قدم، گهڻو دير سان کنيو آهي، تاهم اڳين توڙي پوين اهل، قلم حضرات کان، بهر صورت، گوئي سبقت کڻي ويو آهي؛ بقول-

"دير آمده اي مگر بخير آمده اي" (اجمل)

"اجا پيا آهين، ڪلجڳ ۾ ڪي ڪاپڙي" جي مثال، لوڪ ۾، اهڙا به ڪي بلند معيار اهل هنر ۽اهل فن اصحاب لڪا پيٺا، جن جي اجا ڪنهن کي ڪل به نه پئي آهي! افسوس ته انهن جهنگ جي گلن تي ڪرڻ گهرجي، جيڪي ويراني ۾ ئي 'ڦٽي، ٽڙي، پنهنجيءَ هڳاءَ سان ماحول کي واسي، اتي ئي ڪومائجي، فنا ٿي وڃن ٿا: انهن جي قدر ڪرڻ وارو يا انهن مان فيض وٺڻ وارو، ڪوبه ڪونه ٿو رهي!

"پهول جنگل مين ڪهلي ڪن ڪي لئي؟!
ڪون ويراني مين ديکهي گا بهار؟!"

حضرت مسيح عليه السلام، "قم باذن الله" (اٿ، الله جي حڪم سان) جو نعرو هڻي، مئلن کي جيئاريندو هو. اهي الفاظ، صدين کان، لغتن ۾، موجود رهندا پيا آيا آهن، جي اسان به استعمال ڪري سگهون ٿا ته اوهان به! مگر اڄ تائين، انهن لفظن کي اچاريندي، مئل انسان ته بجاءِ خود، مئل ماڪوڙو به جيئاري نه سگهيا آهيون! ظاهر آهي ته اهي الفاظ، حضرت مسيح (ع×) جي ئي زبان تي اچي، پنهنجو اثر ۽ معجزو، ظاهر ڪري سگهن ٿا. ساڳيءَ ريت، اسان جي دوست، محترم مجنون صاحب، پنهنجي هن ڪتاب ۾ به، اهي ئي لفظ ۽ ڪلما، اهي ئي اصطلاح ۽ محاورا، اهي ئي روزمره ۽ ضرب المثال، ٽيپي ٽيپي تي استعمال ڪيا آهن، جي مختلف سنڌي لغاتن ۾، صدين کان موجود رهندا پئي آيا آهن، جن کي سنڌي اهل، قلم حضرات، شروع کان استعمال ڪندا پيا اچن، ليڪن انهن جو تاثر ۽ انهن جي لفظي توڙي معنوي ملاحت ۽ شيريني، پنهنجي حد ڪمال کي تڏهن ئي

ٿي پهچي، جڏهن مجنون صاحب جي دهان، قلم مان، اهي نڪرن ٿا! مجنون صاحب جي هن تصنيف ۾، نهايت مليح ۽ شيرين، سهڻي ۽ سيبتي، سليس ۽ سباجهڙي سنڌي زبان مستعمل آهي: ٿپ ٿپ تي ڪنايا ۽ استعارا، تشبيهون ۽ تلميحون، ورجيسون ۽ تمثيلون، اصطلاح ۽ محاورا، پهاڪا ۽ چوڻيون استعمال ٿيل آهن. مطلب ته هن هوشيار باغبان جي هٿن، مختلف رنگين گلن جي ذريعي، گلدستي ٻڌڻ ۾، پنهنجي عمدي مذاق جو مظاهرو ڪيو آهي، هن مشاق نقاش (مصور) جي هٿن، مختلف رنگن جي آميزش جي وسيلي، چترڪاريءَ جو هڪ مثالي شاهڪار پيش ڪيو آهي، جنهن لاءِ بيشڪ، هو لائق، صد آفرين وستائش آهي! ڪتاب ۾ ڪم آيل چند ضرب المثال (چوڻيون ۽ پهاڪا)، هيٺ عرض رکجن ٿا: اهائي انڌي ۽ جنڊ! ڪتل نه ٻه خان! جتي وڻ ناهي، اتي ڪانڊيرو به درخت! سيري جي سالي سڏائڻ لاءِ هرڪو تيار: بڪئي جو پيٽوپو به ڪونه ٿئي! اهي ئي لاٽون، اهي ئي چگهه! ٻڪ ٻچڙو تول، دانا ديوانا ڪري! جتي پيئي، اتي وهاٽي! پيادي ڪان، ڪتي جي وات ۾ چگهو! پدرم سلطان بود! بيڪار ڪان بيگار ڀلي! سچ ڪتي يا ٻچ ڪتي! روهه رلا، متي ڪلا! قهر، درويش، برجان، درويش! اٺ اڳيئي ٿي رنا، جڏهن ٻورا ٿي سبيا! طاهر سدائين ٻاهر! ٻڙا سڏاوڻ، ٻڙا دک پاوڻ! ويا لڙ لهي، اکيون اکين جهڙيون! سسئي ۽ سور، ويا پٽيندا پاڻ ۾! سو ماڪوڙو، ڏيڏر پيٽو! ڪارو ٻڌ ڪمري سان، رنگ نه مٽائي، اوسڻ (اوصاف) ضرور مٽائي!

هيٺ وري، ڪتاب ۾ ڪم آيل گونا گون ۽ متنوع اصطلاحن ۽ محاورن جو مطالعو ڪريو:

راڄ ڪرڻ (پرچائڻ) ڏينهن رات هڪ ڪري ڇڏڻ ڪلهو ڏيئي بيهڻ، پنهنجي نهيل ڦتائڻ، ڪتيو ڪارائڻ، منديءَ تي تڪ، لک تي مٿو ڏوئي اچڻ، پٽ تي پير ئي نه ڪوڙڻ يا پوڻ، پوبان پساهه پورا ڪرڻ، پاڻ پتوڙڻ، ڏاڍيءَ تي حڙهڻ، اپو ڪلو ٿي وبهڻ، منجهه منجو ڳائڻ، ڏتو متو بڪيءَ نوڪ، ٻه ٻه هٿ ڪرڻ، واتوڙجڻ، ڪن جون پاپڙيون پڪڙڻ، نپ ئي نري وڃڻ، پني ياڻ ڪي ٻاهه لڳڻ، ڪارو ڪن ٿي وڃڻ، در تي جتيون گسائڻ، روهه ۾ رولڻ،

آندن جو ڪلوس ڪلوس ڪرڻ، گيهہ جو سڏيءَ آگر تي نہ چڙهڻ، وني ڏرڙيون ڪرڻ، گيسيءَ جو نڪاءُ، الهو نلهو ناس ٿيڻ، پوتيون پلاند، نياٺيون قرآن ڪنا ڪرڻ، چڙهہ ڪرڻ، گهر، مسيت ڪرڻ يا ٿيڻ، لڪڻ لاءِ لوگها جاچڻ هونسلا (حوصلا) خطا ٿيڻ، ڏگڙي ڪسڻ ياجاء هجڻ، هونش (هوش) نڪاٺي ڪرڻ، مٿو وجڻ، تون آهين ڪير ۽ ڪاڄين چاسان ٿو؟ مخرج سان ڳالهائڻ، ڪنهن وٽ، منهن ڪاڻ (فاتحہ خوانيءَ) لاءِ وجڻ، ڪک پڇي ٻيٺو نہ ڪرڻ، ڪنيي، ڪٽي اچڻ، ڪانگ اڏائڻ، پانهون موٽڻ، گهر ٻاري ڏياري ڪرڻ، (نوڪريءَ ڪي) هٿ ۾ تي پنر ڏيڻ، گدڙ وارو پروانو ڏيڪارڻ، جهرڪين ڪي، بازن جي مقابلي ۾ آٿي ٻيهارڻ، اکين ۾، ڪندو ٿي چيڻ، ڪک جي ڪاني، اندريان ٻاهريان (جاننا) هٽي، وارو ڪدي، دسي وجهڻ، مهلون بہ مڙسن تي ايندبون آهن! هٿ سنئون ڪرڻ، ڪنڌ تي ڪڙڪڻ، مکيون مارڻ وغيره.

انهن ڪان سواءِ، ڪتاب ۾، اهڙا بہ گهڻائي اصطلاحي لفظ، ڪلما ۽ جملا ڏنل آهن: جي ڪن خاص مهلن تي، اڪثر ٻهراڙين ۾ ئي ماڻهو، ڪم آڻيندا آهن ۽ ڪي وري ٿري ماڻهن لاءِ مخصوص آهن، جهڙوڪ:

ڏيٺ ، سيم (ڳوٺ جي پسگردائيءَ واري زمين) اچي جهڙي ٻوهہ، ميل ۾ ڪچ، ڪتابن جي پنارڪ، ٻاوري جو گيڏيو (لڪڻ) ڪرٽ ڪرٽ ڪندو، اڻ مئي ڪه اڏاٺيندو آفيس ڏانهن واڪڻ، پيار ۽ پاٻوهہ سان ٻوچڪاري چوڻ، در جي سيرن مان جو ڪٽي ڏسي تہ ٻلير!... منهن ڪاڻ (فاتحہ خواني) هوانو، ڏاگهون، ڏرڙيون، سان تي ٻنگائي، آوڳي، ڏڏو چوئو، ارهہ جيڏي پٺ ارڙائي ڪهڻ، ڏگڙي، ڪارو ڪٺ، ڪلوس ڪلوس پنو ياڻ، ڏٿو مٿو ٻڪيءَ نوڪ، وغيره.

دل گهڻو ئي ٿي چاهي تہ هن ڪتاب مان، اهڙا جملن جا جملا، پنهنجي ٽيڪاٽپڻي سميت، پڙهندڙن جي آڏو پيش ڪريان، جن ۾ فاضل مصنف، پنهنجي قلم جون خوب جولانيون ڏيکاريون آهن ۽ جن ۾، سندس بيانيہ طرز، تحرير، پنهنجي حد ڪمال کي پهچي چڪي آهي: پر اهو ئي خوف دامنگير اٿم تہ ڪٿي، منهنجو هيءَ تبصرو، ڪتاب جي اصلي مواد ۽ متن کان وڌي، هڪ طولاني تفسير يا باقاعده مقدمه جي صورت ۾ نہ اختيار

ڪري وجي، جنهن جي اجازت، خود مالڪن وٽان ئي ملبل ڪانهي!

پڇاڙيءَ ۾، پنهنجي عزيز دوست، حضرت محمد بخش بلوچ "مجنون" صاحب کي، اينرو سو عرض ڪندس تہ جيئن تہ الله پاڪ جلشانہ، کيس، هڪ ڪامياب اهل قلم جي ڪل خوبين سان مزين ۽ مالا مال ڪيو آهي، لهذا پختگيءَ ۽ پامرديءَ سان، تصنيف ۽ تاليف جي ميدان ۾، تڪڙو تڪڙو قدم کڻي، سنڌي علم، ادب جي ترقيءَ ۽ بهبوديءَ ۾ هو، ڀرپور حصو وٺي.

معلوم رهي تہ ڪتاب جي هن نئين ايڊيشن جي پروفن پڙهڻ جي خدمت، منهنجي ئي سپرد ڪئي وئي آهي. مون کي يقين آهي تہ مون، پنهنجيءَ جاڻ ۽ پنهنجي آزمودي پٽاندڙ، پنهنجو فرض، بطريقہ احسن، ادا ڪيو آهي: تاهم، ڪتاب ۾، جيڪڏهن ٽائيپ يا پروف جي ڪا غلطي رهجي وئي هجي تہ ان لاءِ، قارئين ڪرام، هن بندي کي ئي جوابدار سمجهن.

فقط والسلام
الراقم
اجمل بيگ- ق- مرزا (اجمل)

حيدرآباد
جمعة المبارڪ
٦ جون ١٩٦٩ع
20 ربيع الاول ١٣٨٩هه

# "شام مسڪين"

٨- آگسٽ ١٩٦٧ع، شام جو پنجين بجي ڌاري، مرڪزي اردو بورڊ لائبريري هال، منظور چئمبرس حيدرآباد ۾، ٽرپارڪر جي مخلص سماجي ورڪر، "مسڪين جهان خان کوسي" جي زنده يادگار ملهائڻ لاءِ، هڪ شاندار تقريب منعقد ڪئي وئي، جنهن جي صدارت، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪئي ۽ مولانا غلام محمد گرامي، محترم محمد عثمان ڏيپلائي، جناب محمدبخش بلوچ "مجنون" ۽سنڌ جي انڪل هڪ سئو برک اديبن، شاعرن، دانشورن ۽ صحافين شرڪت فرمائي ۽ "مسڪين" جي سماجي خدمتن جي سلسلي ۾ تقريرون ڪري، "مسڪين" کي، خراج تحسين پيش ڪيو. تقريب جي اختتام تي، "مسڪين جهان خان کوسي" جي زندگيءَ بابت هڪ ڪتاب، تصنيف ڪيل جناب محمد بخش بلوچ "مجنون" صاحب، جو، حاضرين، مجلس ۾ تقسيم ڪيو ويو.

انهيءَ موقعي تي، ڪتاب "مسڪين جهان خان کوسو" ناشر جي مصنف، جناب محمد بخش بلوچ "مجنون" صاحب، ۽ خود "مسڪين جهان خان کوسي" صاحب، جيڪي تعارفي تقريرون ڪيون، سي هيٺ پيش ڪجن ٿيون.

"ناشر"

جناب محمدبخش بلوچ "مجنون"
٨- آگسٽ سنہ ١٩٦٧ع

# تعارفي تقرير

## (١)

## صاحب صدر، خواتين وحضرات!

هن شام رچائڻ جو مقصد صرف اهو آهي تہ "مسڪين" جو ڪتاب، اوهان کي هٿ ۾ ڏيئي ۽ "مسڪين" خود کي، اوهان جي اڳيان ويهاري، فيصلو اوهان تي ڇڏيان تہ مون ٻيءَ ڪتاب ۾، "مسڪين" سان ڪيتري قدر انصاف ڪيو آهي؟ جيئن تہ ٺيڪ مون کي، بذات، خود، شڪايت آهي تہ "مسڪين"، مون سان انصاف ڪونہ ڪيو!

حضرات! هن سال، "مسڪين" تي، ڪتاب لکڻ لاءِ، رات جو ڪافي دير تائين، جاڳڻو پوندو هو ۽ ڪيترائي سگريٽ ساڙڻا پوندا هئا. نتيجو ان جو اهو نڪتو تہ "مسڪين" جو ڪتاب، هڪڙي پاسي پريس ۾ پهچي چڪو هو، تہ ٻئي پاسي وري آئون، ايل ايم سي اسپتال جي پرائيويٽ وارڊ ۾، داخل ٿي چڪو هوس. شڪايت ڪهڙي؟ هارٽ ٽربل يعني درد دل!

حضرات! "درد دل"، هونءَ تہ شاعرانہ تخيل موجب، ڏاڍو پيارو لفظ پيو لڳي ۽ صرف ان جي سوچڻ سان ئي، دل ۾ مٺي مٺي ۽ وڻندڙ خلش محسوس ٿيڻ لڳي ٿي ۽ اسان جا نوجوان شاعر تہ درد دل جي موضوع تي، طبع آزمائي ڪرڻ ۾، ڏاڍا تيز آهن ۽ هر وقت، دل ترڻ تي کنيو، ان مان گڙندڙ رت جي ڌارن جو مظاهرو ڪندا وتندا آهن، پر جيڪڏهن ڪٿ، مون واري ۽ جمال ابڙي واري درد، دل جي رڳو ڪيڏيءَ مهل ڪا ڦندڪ لڳي وڃي تہ جيڪر، ساري عمر لاءِ، شاعريءَ تان ئي توبهہ ڪري ويهي رهن ۽ ممڪن آهي، تہ اهڙي دستبرداري، اخبارن ۾ پڻ شايع ڪرائين.

حضرات! انهيءَ "بي پير دل"، اسان کي بہ ٿورو رسوا ڪري وڌو! اهو

واقعو، ڪجهه هيئن ٿيو، جو اسپتال ۾، دل جو مريض هئڻ ڪري، مون کي، Strict bed rest جو آرڊر هو، پر مون جهڙو متحرڪ ماڻهو، ڪٿي ٿو سارو ڏينهن، بستري داخل رهي سگهي؟! سو سور جي ڪري، دل کي، هٿ سان دٻائي، وارڊ جي ورانڊي ۾ پيو هلندو هوس. نرسن ويچارين سمجهيو ته آئون، ڪين سنائڻ ۽ تنگ ڪرڻ خاطر، دل تي هٿ رکيو هلان! سو آخر رهيو نه ٿين، هڪڙي، مون کان پڇي ويٺي ته

"هم کو ديکهکر، آپ، دل پر هاتهه کيون رکهتي هو؟
مون چيومانس، "کون کافر، تم کو ديکهتا هي؟
"هم کو تو دل مين درد انهتا هي، اس لئي اپنا هي سينه
دباتي هين، آپ کو اس سي کيا تکليف هوتي هي؟"

ان جو هن، کهڙو جواب ڏنو، تنهن جو اظهار، مفاد عامه جي منافي ٿيندو.

بهرحال، چوڻ جو مقصد هيءُ هو ته "درد دل"، وڏو عذاب به آهي ۽ رسوائي به. ڪن کي فقط عذاب نصيب ٿيندو آهي، ته ڪن کي رڳي رسوائي، ۽ ڪن کي ته اسان واڱر ٻئي! سو عرض آهي ته "مسڪين" لاءِ، محبت جي ته دعويٰ نٿي ڪري سگهجي، البته، "مسڪين" جي "ڪتاب جي محبت"، اسان جا پنا ڪدي ڇڏيا ۽ اسين هر وقت، "ماهيا" جا، اهي لفظ گنگنائيندا وتون ٿا ته:

"نڪي جيئي جندڙي نون اسين روگ لگا بينهي!"

سو خدا نه ڪري، خدا نه ڪري، هن کان پوءِ، اهڙي ڪنهن ٻئي "مسڪين" سان نه پانارو پوي! اهو "مسڪين"، يقينن، اسان کي، "اميدن پرئي" کان اورتي ڪونه ڇڏيندو!

حضرات! توهان، سنڌي نياڻين جا نالا، سهڻي، مارئي، مومل وغيره ته ٻڌا هوندا، پر "سسئي" نالو، ڪڏهن به، ڪنهنجو نه ٻڌو هوندو: ڇاڪاڻ جو "سسئي"، سورن هنئي جي نالي، اها فرضي نحوست، وابسته ڪئي

وجي ٿي، ته "سسئي" معنيٰ سور"! حقيقت ۾، آهي به ائين. سسئي ويچاريءَ کي، ڪا سُتي ٿي، سورن جي مليل هئي! سورن ۾ جائي، سورن ۾ نپني! سڄي زندگي" سور ئي سور ۽ آخر ۾ به، بقول پٽائي گهوٽ جي:

"سسئي ۽ سور، پٽينداويا پاڻ ۾"!

۽ هيڏانهن وري حضرات! اسان جا هٿ، هميشه الله ڏانهن هوندا اهن، ته مولا! ڪنهن به بني بشر کي، مسڪين جهڙو، خلق، خدمت جو جذبو نه ڏجانءِ ۽ نه مسڪين وارا، ڪنهن کي، خدمت خلق ڪندي، ڏک سور ڏيکارجانءِ! پاڪ پروردگار! تون قادر، مطلق آهين: جيڪڏهن چاهين، ته پنهنجي غريب بندن جي خدمت لاءِ، آسمان مان، فرشتو لاهي سگهين ٿو! تنهن ڪري محابي پنهنجي پيارن جي، ڪنهن انسان کي، ايڏيءَ آزمائش ۾ نه وجهجانءِ!

اها هڪ حقيقت آهي، ته "بي وس" انن به بار چڙيا"! سسئي ويچاريءَ کي به، جڏهن سورن جي، بنهه گهٽي اچي سوڙهه ٿيندي هئي، تڏهن بي اختيار، وات مان، پاراتو به نڪري ويندو هوس ته "ڪوءِ هاڙهو، ٻن هوت!" پر شاباس آهي "مسڪين" محترم کي، جنهن انهيءَ وات ۾، سڄا سارا ٽيهه سال، سخت سختيون سٺيون، پر ڪڏهن به اها وائي، وات نه آندائين، ته "ڪوءِ ٿري، ٻن ٿر"، (جنهن جي رهاڪن جي، هو هميشه خدمت ڪري ٿو).

حضرات! ڪي دوست، جيڪي مسڪين کي ذاتي طور تي ڪونه سڃاڻن، سي شايد خيال ڪندا هوندا، ته هاڻي آئون "مسڪين" بابت، وڏيڪ ڪجهه چوندس. انهن کي، منهن جو مودبانه عرض آهي، ته ائين جيڪڏهن آئون، "مسڪين" بابت سمورو احوال زباني ٻڌائيندو وتان، ته پوءِ، منهنجو ناهيل ڪتاب، ڪير وٺندو؟ تنهن ڪري، انهيءَ موضوع کي اتي ئي ڇڏي، آئون وري به صاحب صدر، ۽ انهن خواتين ۽ بزرگن جو نهايت ئي شڪريو ادا ڪريان ٿو، جن پنهنجو قيمتي وقت سيڙائي، تڪليف وٺي، رڳو ادب نوازيءَ خاطر، هن محفل کي، رونق بخشي آهي.

زياده حد ادب

والسلام

جناب مسڪين جهان خان کوسو
٨- آگسٽ سنہ ١٩٦٧ع

# تعارفي تقرير
# (٢)

## صاحب صدر وحضرات- السلام عليڪم.

١- مسڪين ناچيز جي نالي، هيءَ جيڪا اديبانہ مجلس ڪونائي، "شام" جو لقب ڏيڻ ۾ آيو آهي، ان عالمانہ مجلس جو، مسڪين، ڪنهن بہ طرح، پاڻ کي لائق ڪونہ ٿو سمجهي. مسڪين، انهن اديباڻين مجلسن مان چا ڄاڻي؟ مسڪين ويچارو، اڻ ڄاڻ، انهن عالمن ۽ اديبن جي وچ ۾، ڪچهريون ڪري، ويهڻ ڳالهائڻ جو بہ قابل نہ آهي. مسڪين لاءِ، جيڪي هن ڪتاب ۾، مسٽر محمد بخش خان بلوچ صاحب لکيو آهي، اها سندس نيڪ ارادي جي، هڪ تمام سٺي ڪوشش آهي. ان مان مسڪين کي، پنهنجي مقصد لاءِ، وڏي همت افزائي ملي ٿي. انشاءِ الله العزيز، مسڪين، پنهنجو خلق خدمت جو ڪم، آخردم تائين، خدا ڪارڻ، بلڪل بي ڊپائيءَ سان ڪندو رهندو.

٢- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جن، مسڪين لاءِ، جيڪي ڪجهہ هن ڪتاب ۾، بهترين راءِ ڏني آهي، ان لاءِ سندس وڏي مهرباني ۽ دائمي احسان سمجهان ٿو. مسڪين، انهن صاحبن جو بہ نهايت شڪر گذار ۽ ٿورائتو آهي، جن مسڪين کي، اوهان صاحبن سان، ملڻ جو هيءُ موقعو، پيدا ڪري ڏنو. مسڪين، اوهان سڀني عالمن، اديبن، صحافين ۽ شاعرن، سگهڙن ۽ علم دوست صاحبن جو احسان مند آهي، جن صاحبن، تڪليف وٺي، پنهنجو قيمتي وقت سيڙائي، هن شام جي مجلس کي، رونق بخشي، ڪامياب ڪيو. مسڪين، خاصي طور تي اخبار نويسن، ايڊيٽر صاحبن جا گهڻي ۾ گهڻا ٿورا مڃي ٿو. انهن ايڊيٽر صاحبن، مسڪين جا پارڪر ۽ ٿر

بابت مضمون، اسڪيمون ۽ غريبن لاءِ دانهون، پنهنجين نامور اخبارن ۾، ورهين جا ورهيه، تمام سٺي نموني، پئي ڇپيون آهن، تنهن کان سواءِ، ڪيترين ئي حالتن ۾، ايڊيٽوريل نوٽ به، لکندا رهيا آهن.

حضرات! مسڪين، نه مولوي، نه عالم ۽ نه ايڏو وڏو تعليم يافته آهي. مسڪين صرف، رواجي طرح، سنڌي علم، رنداروڙ وانگر، لکي پڙهي سگهي ٿو. مسڪين، فقط ايترو چئي، پنهنجي جاءِ وٺي ٿو.

والسلام!

جناب الحاج حافظ محمد "احسن" چنا (دادو)

مورخہ ١٣ جولاءِ سنہ ١٩٦٩ع

## "تاثرات"

## "مسڪين جهان خان کوسو"

مسڪين جي سار سنڀال لهڻ بہ مجنون جو ڪم آهي. جڏهن قومي جنون دماغ ۾ ايندو تڏهن مسڪين تي نظر پوندي. مشهور عاشق قيس مجنون جي نظر بہ هڪ اهڙيءَ عورت تي پئي جا حسين وجميل نہ هئي پر سادي سانوري هئي. مگر سندس اخلاق تي قيس مجنون جي نظر پئي. ان ڪري جيڪڏهن محترم محمدبخش صاحب، مجنون نہ ٿئي ها، تہ مسڪين جهان خان جهڙي غريب تي ڪيئن نظر پوِي ها؟ ضرور ڪنهن اعليٰ درجہ واري کي منتخب ڪري ها ۽ ڪنهن اعليٰ هستي ۽ مشاهير عالم مان ڪنهن هڪ اعليٰ مراتب جي انسان تي نظر عاطفت ڪري ها. مبارڪ آهي محترم محمد بخش صاحب کي جنهن واريءَ ۽ پٿن جي رڻ پٽ مان اهڙو لعل ڳولي لڌو، جنهن ڏي ڪو صاحب عقل ۽ صاحب خرد نهاري بہ ڪونہ ها. چو تہ جنهن ماٺوءَ کي سالم سليپر بہ نہ هجي، ڪپڙا بہ پراڻا ۽ ڦاٽل هجن پر خدمت خلق ۾ نہ تنيءَ کي ڏسي نہ ٿڌيءَ کي، نہ گرمي جي پرواهہ، نہ سردي جي سنڀار. هل هلان، پچ پچان! مسڪين، بيواهن، بيڪسن جي ڀلائي لاءِ نہ ڏڳهي پنڌ جي ڳڻتي نہ اوکي رند جو فڪر، پر وطن جي مسڪينن سان پيوند پيو هجي. هن وادي مهراڻ ۾ اهڙا لعل گودڙيءَ ۾ لڪل گهڻا ليندا. پر ڪو پارکو مجنون پارو هجي تہ پرکي! نہ رڳو پرکي پر انهي کي دنيا سان روشناس بہ ڪرائي ۽ انهن جي انهي قومي جذبہ کي ڪو اجاگر ڪري.

"متي بہ جنهنجي سوني، واريءَ جا ذرڙا موتي،
پٿر ٿيا جواهر، سا سنڌڙي اسان جي" (احسن)

مسڪين جهان خان کوسي جي دل ۾ ڪو قومي ۽ وطني درد جو ناسور آهي، جو ڪيس سک سمهڻ نٿو ڏئي. نه ننڊ نه آرام، نه قيام نه طعام، نه فرحت نه راحت بلڪه بک ڏک ۾ غريبن بيوسيلن جي واسطي ڏاکڙا ڏسڻ، تڪيلفون ڪرڻ، سختيون سهڻ، ننڊون ڦٽائڻ، پنڌ ڪرڻ، شاهه صاحب جي انهيءَ ارشاد تي عمل ڪرڻ نه:

"تتيءَ ٿڌيءَ ڪاهه، ڪانهي ويل وهڻ جي"

نه پوءِ اهڙي ماڻهو جو احساس نه رکڻ، ان جي خدمت جو قدر نه ڪرڻ، بي قدري جي علامت چئجي.

باقي رهي ڳالهه نه مختيارڪار جهڙو آفيسر مسڪين تي ڪيئن مهربان ٿيو، سا ڳالهه پڌري پٽ پئي آهي نه جيڪڏهن ڪنهن وڏي مرتبه واري ماڻهو جو ذڪر ڪري ها، سوانح عمري لکي ها نه هرڪو ائين سمجهي ها نه خوشامد ڪئي اٿس. يا انهيءَ وڏي ماڻهو مان فائده ملڻ جي اميد اٿس. پر مسڪين قومي خدمتگار، غريبن جي گهٽگهري مان نه ڪابه فائدي ملڻ جي اميد رکي نٿو سگهي. بهرڪيف محترم محمد بخش بلوچ مجنون هڪ مثال ڪري ڏيکاريو آهي ۽ هڪ غريب، مسڪين جي درد دل کي عوام اڳيان واضح ڪري رکڻ ۽ سندس خدمت خلق کي ظاهر ڪرڻ سان نه رڳو جهان خان جي همت افزائي ڪئي آهي پر بين لکندڙن جي به اک کولي آهي، نه اهڙن هڏ ڏوکين، همدرد، بي لوث، بي طمع انسانن جي وڌيڪ همت افزائي ڪرڻ ۽ قومي وطني خدمت جي جذبه کي وڌيڪ اڀارڻ ۽ تقويت ڏيڻ هڪ سهڻو قدم آهي. مسٽر محمد بخش مجنون مختيارڪار نه آهي، پر ائين نه آهي نه سڀ آفيسر هڪ جهڙا آهن. ڪنهن جي حساس طبيعت به هئڻ گهرجي.

مختيارڪارن کي نه رڳو چورن جي ٻڌڻ ۽ جهڙڻ جو ڪم هوندو آهي پر مسڪينن جا معاملا، مسئلا ۽ فيصلا به وٽن هوندا آهن ۽ هزارن مسڪينن کي به انصاف پلئه وجهندا هوندا.

محترم محمد بخش صاحب بلوچ دادو ضلع ۾ گهڻو عرصو رهيو آهي بعني ٽن تعلقن ميهڙ، دادو ۽ خيرپور ناٿن شاهه جو مختيارڪار ٿي رهيو

آهي. منهنجون ساڻس گهڻيون ملاقاتون، محفلون ۽ مجلسون ٿيون آهن. مون کي سندس طبيعت ۽ ادبي سرمايو معلوم آهي. سدا کلڻو، رلڻو ملڻو آهي. فخر وڏائيءَ کان ڪوهين دور، غريب امير سان هڪ جهڙو سلوڪ رکڻ علم دوستن، شاعرن ۽ اديبن سان انس رکندڙ، ادبي محفلن جو خواهان آهي.

ميهڙ ۾ جو آل سنڌ مشاعره مذاڪرو، مرحوم رئيس ضياءُ الدين ايس بلبل جي مشوره سان منعقد ڪرايائين، جنهن ۾ ڪراچيءَ کان ڪشمور تائين ٻه سئو اديب ۽ شاعر آيا. ۹ بجي رات کان ٦ بجي صبح تائين ادبي اجتماع هليو. ان ۾ هر هڪ ڪم جو انتظام، اهتمام اهڙو رکيائين جو اڳ دادو ضلع ۾ اهڙو مثال ڪونه ٿي گذريو هو. اها سندس ادبي طبيعت جي نشاني ۽ رجحان آهي.

انهي زماني ۾ ذڪر ڪندو هو ته هڪ مجاهد مرد، سماجي ڪارڪن جي سوانح عمري لکڻ جو ڪم جاري آهي.

جڏهن حيدرآباد ۾ اسپيشل مئجسٽريٽ هو ته ڪتاب بنام "مسڪين جهان خان کوسه" شايع ڪيائين.

جيڪو ماڻهو پهريون ڪتاب لکندو آهي، اهو ايترو ڪامياب نه ٿيندو آهي. تجربه بعد ئي ڪا چيز عمدي لکندو آهي. مگر هن اديب جو اهو ڪمال آهي، جو پهريون ڪتاب حسن انتخاب، بلڪ لاجواب، مستطاب شايع ٿيو، جنهن هر ڪنهن علم دوست ۽ اخبار نويس کان زوريءَ داد ۽ خراج تحسين حاصل ڪيو. هن وقت تائين ڪنهن به ڪتان تي ايترا تبصرا تعريفون تقريظون نه لکيا ويا آهن، جهڙا ڪتاب "مسڪين جهان خان کوسه" تي لکيا ويا آهن.

ٻولي اهڙي مٺي، سوادي، سلوڻي ۽ سولي ڪم آندي اٿس جو ڏڪ پري پي وڃجي. مزاح، پهاڪا، اصطلاح، ضرب المثال، ورجيسون، محاوره، نصيحتون، هدايتون، حڪايتون، شڪايتون، ظرافتون ۽ سهڻي طنز ۽ سوانح نگاري ۾ ٻيا ڪيترا علمي پهلو پيش ڪري ويو آهي.

تواريخ، جاگرافي، تر جي حالات ۽ مناظر ماڻهن ۽ ذاتين جي سڃاڻپ ۽ ڏنڏا مطلب نه ڪتاب لکڻ ۾ ڪمال ڪيو اٿس! ڪتاب جي عبارت پڙهڻ

۾ لطف پيو اچي. ڪتاب هٿ ۾ کڻي پڙهڻ وارو شروع ڪرڻ کانپوءِ وچ ۾ ڇڏڻ ناممڪن سمجهندو. اها ڪتاب جي خاص خوبي، خصوصيت ۽ دلچسپي ۽ ڪماليت جي علامت آهي. ڪتاب پڙهندڙ جي اڳيان گويا جهان خان کوسو موجود آهي ۽ اهڙن مخلص سماجي ڪارڪن کي ڏسڻ ۽ ملاقات جو شوق دل ۾ جاڳندس.

محترم محمد بخش صاحب بلوچ حب الوطني جي جذبہ سان سنڌي زبان جي جا خدمت ڪئي آهي سا تحسين لائق آهي. اميد تہ مجنون صاحب جو وطن ۽ ٻوليءَ جي خدمت جو جنون هن کان وڌيڪ اڳتي قدم وڌائيندو ۽ اهڙيون سهڻيون سوغاتون سنڌ وارن کي ڏيندو رهندو.

---

از: محترم. م.ع. ڏيپلائي

# "تاثرات"

جيئن ئي ميرپورخاص طرف اچ وڃ ٿي، ميان "مجنون" سان اول واقفيت ٿي ۽ پوءِ دوستي. اها دوستي جهڙي سندس شاگرديءَ جي زماني ۾ هئي، اهڙي ساڳي اڄ سندس آفيسريءَ جي زماني ۾ به آهي. ۽ اميد رکجي ٿي ته هو جڏهن ڪلٽر ٿيو، تڏهن به "تون" ڪري ڳالهائڻ کي برداشت ڪندو رهندو.

سندس حيدرآباد ۾ وارد ٿيڻ بعد هوندي ته ملاقاتون سدائين پيون ٿينديون هيون، پر هڪ ڏينهن اوچتو پريس ۾ اچي ڪاغذن جو هڪ پلندو ڏيئي چوڻ لڳو "ادا ڏيپلائي، هيءُ لکيو اٿم "پنهنجي مسڪين" بابت ڪتاب. هن کي ڇپي به ڏي ۽ ٿي سگهي ته نظرثاني به ڪرينس"

ٿورو کلي پيس ۽ سمجهيم ته ڪامورن جا شوق به عجيب آهن! هاڻ هڪ مختيارڪار به اوچتو ٿو اديب ٿئي؟! پر منهنجو ته انهي ڳالهه سان ڪو واسطو ڪونه هو، ته هو اديب ٿي پوي يا شاعر، يا ڪٿي سندس ڪنهن بئي پيشرو وانگر استعفيٰ ڏيئي اسيمبليءَ وغيره لاءِ ڪڙو ٿي وڃي، ڪتاب ملبو ۽ مون کي اهو ڇپڻو هو. باقي رهيو ڏسڻ جو ڪم، سو به ڪٿي ائين ئي سرانجام ڏنم، جيئن پريس ۾ بيا اسڪولي سشڪولي ڪتاب اچن ٿا.

پر جيئن ئي ڪيس پڙهڻ وينس، محو ٿي ويس: ڇاجو ڪاتو ڇا جو پيتو، ڇا جي چاءِ ڇا جو شربت. مرحوم الله بچائي سمي جي ڪتاب "سير ڪوهستان" کان پوءِ هيءُ پهريون ڪتاب منهنجي نظر کان گذريو هو، جو اگرچ بي ساخته لکيل هو، پرسندس انداز اهڙو نه والهانه، ۽ البيلانه هو، جو بي اختيار تحسين چوندو مجنونءَ کي انهي ناول "چترڪلا" جي مصنف سان تشبيه ڏيندو ويس، جو اوچتوئي اوچتو هڪ ناول تصنيف ڪري انڊيا جو عظيم ۽ پنج هزار روپيه انعام کٽندڙ مصنف بنجي ويو ۽ سندس ناول کي هڪ نه، به نه، بلڪ ٽي دفعا نئين نئين انداز سان فلمايو ويو. اڄڪلهه ۾ اچڻ بعد

جنهن به اڙدو دان، ۽ ناولن جي ڇاپ رکندڙن ڪيس پڙهيو هوندو، املاءِ ناممڪن آهي جو هو عام ناولن وانگر ڪيس هڪ يا وڌ ۾ وڌ ٻه دفعه پڙهڻ تي صبر ڪري. ٻئي ڏينهن ڪيس بي اختيار وجي داد ڏنم ۽ چيم ته هن ڪتاب کي سنن پنن تي، ٻن ليدن ۾ (خلاصين سنن سان) ۽ ڪارڊ بورڊ جي ڪور سان ڇپائي رائٽرز گلڊ جي انعام لاءِ موڪلي ڏي.

ويچارو مجنون ته سچ پچ مجنون ٿيڻ لڳو، چي "ڇا منهنجي ڀڃربن تصنيف ۽ ڇا رائٽرز گلڊ وٽ ادبي مقابلو؟! ميان ڪو مون کي هروڀرو اديبن وٽ خوار خراب ڪرائڻو اٿيئي ڪٿن؟ ۽ وري جو سنو پنو، سنيءَ ڇپائي ۽ ڪارڊ بورڊ جي جلد جي صلاح ڏيئي ڪتاب کي ٿو مهانگو ڪرائين، سو ڪيس آخر ڏسندو ڪير؟"

ڪيس ٻڌايم، ته "عطر پنهنجو قدر پاڻيهي ڪندو، تون دل نه جهل."

هاڻ ته هو اسان جهڙن مولاين جي پريس ۾ ڪتاب ڏيئي مورڳو اچي ڦاٿو. دل ۾ پئي سمجهيائين ته بس، آخر يارن دوستن کي ڪتاب هلائڻ لاءِ به منٿون ئي ڪرڻيون پونديون، بيو حال ته ٻچڙن جي خرچي به پوري ٿي ويندي.

پر پنو تڏهين پيس، جڏهين ڪتاب آيو اسٽالن تي، ته هٿون هٿ کپندو ويو. جنهن پڙهيو تنهن بنا گهرڻ جي پئي تحسين ڏني، اخبارن وڏا نوٽ لکيا، سوانح جي دنيا ۾ هڪ نئون ورق وري ويو. ڪتاب ته چند مهينن بعد ڳوليو به هٿ نٿي آيو، پر مٿان جو مليو انعام ته ماڻهو طالبو ۽ نوجوان جميل کي ڇپائڻ جي فرصت نه نهي، ڪتاب جي آمدني ۽ ٻانهنس کي مليل انعام جي رقم ته ڦريائين، پر ٻين گهر وارن جي ميڙيءَ - ونديءَ تي به ڏاڙو هٽي اول ته ڇپايائين سندس تعارف يعني "سنڌي ادب ۾ نئون موڙ" ۽ پوءِ ٿو اچي اصل ڪتاب.

تعارف به جڏهن اسٽالن تي آيو، ته بي اختيار وڪامڻ لڳو. هڪ اسٽال وارو، نهايت جهانديده تجربه ڪار ته حيران ٿي چوڻ لڳو "يائي، آخر هي آهي ڇا، جو هڪڙي ڪتاب جي واڪاڻ جو ڪتاب به ماڻهو ڏهه آنا خرچي هٿون هٿ پيا ڪٽيو وڃن." ڪيس سمجهايو ويو ته هيءُ نرو تعارف ناهي، پر سنڌ جي تقريبن چوٿيءَ جي ٢٥ اديبن جون بي ساخته تحريرون

آهن، جن کي ماڻهو ائين ٿا ونن، جيئن "نقوش" جي پنڌرهن روپين وارو خطوط نمبر وندا هوا!"

پر نه فقط هو حيران، بلڪ هر مصنف ۽ پڙهندڙ هيءَ نئين حرڪت، يا سچ پچ "نئون موڙ" ۽ ان جي ڪاميابي ڏسي تعجب ۾ پيو ڪائي، ۽ سچ پچ نه صرف ٥ سال اڳ جيڪڏهن ڪو نجومي شجومي اڳ ڪٿي ڪري ها ته عنقريب ڪو اهڙو ڪتاب به سنڌي زبان ۾ ڇپبو جنهن جي تعريفن جو ڪتاب به ڏهه آنا قيمت سان ٿي هزار جي تعداد ۾ هلندو، ته جيڪر ڪيس ڪو سچو پچو مجنون سڏيو وڃي ها!

سوانحون ته سنڌيءَ ۾ پيون به گهٽيون ڇپيل آهن، ۽ ڇپبيون، پر اهڙي سوانح، جنهن ۾ موصوف جي تعريف سان گڏ عيبن جي اپٽار به انتهائي ڪليل عرف اگهاڙن اکرن ۾ ڪئي وڃي ۽ پوءِ به اها ممدوح سان گڏ مداحن ۽ ناقدن کي وڻندي وڃي، ان کي آخر "ادب جي نئين موڙ" کان سواءِ ٻيو ڇا سڏي ٿو سگهجي؟

ماڻهو پيا مجنون صاحب کي چون ته ابا تو ته ادبي دنيا ۾ ترٿلو مچائي ڏنو، هاڻ لک کي اهڙا پيا ليک: پر انهن فرمائشين کي اها خبر ڪانهي، ته هيءَ نڪا سوانح آهي، نڪو مضمون، بلڪ:

يه درد دل کي هي وه داستان، مضطرب، جسڪو
ڪڀي سبنم، ڪڀي آنسو، ڪڀي موتي پي ڪهتي هين!

پوءِ جئن نه هر قطرو شبنم ۽ نه هر آنسو، موتي بنجي سگهندو آهي، تيئن اهڙيون چيزون ڪڏهن به فرمائشي طرح پيدا ٿي نه سگهنديون آهن. هيءَ ته ڪنهن دل واري "ڪتياڻيءَ" جي رومال کي ڏنل "تن جي ٻوڙن" وارو مثال آهي. (هاڻ اهڙيون آڪاڻيون لکڻ وينس ته هيءَ به نواءِ سنڌ جي "روح رهاڻ" بنجي ويندي)

پر بلوچ صاحب کان اها ڳالهه بعيد ڪانهي، ته وري به ڪو اهڙو "پور"، نه بلڪ "پورسو" چڙهيو ته ڪاگر ڪارا ٿي پريس پهچندا ۽ مڙس اسپتال ۾!

ايءَ نہ مارن ربت، جئن سيٽن مٿائين سون تي.
- يٿائي.

# " مسڪين جهان خان کوسو"

ڪروڙڍ، قد درميانو، جسم جو جانئو، موڪري مانيٽي منهن تي، سفيد سهٽي چاپوئني سونهاري، اچي جهڙي ٻوه، مٿو اڪثر اگهاڙو، ڪڏهن ڪڏهن سياري ۾ ملن واري برقعي ٽائيپ ٽوپي يا اونهاري ۾ ڪجي واري مولانا ڀاشاني ٽوپي. مليشا جا ڪپڙا، سي به ميل ۾ ڪچ، هڪ دفعو پائڻ ڪان پوءِ، سج ڪٽي يا ٻج ڪٽي. پاٽيهي ڳري سڙي، پنهنجي جان ڇڏائين ته واه، نه ته ٻيو ٽيو خير. ساڄي ڪلهي تي پنارڪ ڪتابن ۽ اخبارن جي، ڪابي ڪچ ۾ به تي سير اخبارن جو پلندو ۽ ان سان گڏ "ٻاوريءَ جو گيڏيو"، هٿ ۾ مس ڪپڙي، ڪُڙبون پچي، سپاٽا ٽي ويل سليپرن سان، ڪِرٽ ڪِرٽ ڪندو، مٽيءَ جي اڻ مئي که اڏائيندو، ٽرين جاولرن جاولر پوبان لايو، ڪنهن آفيس ڏانهن واڪيندو ڪو ماٺهو ويندو ڏسو، ته پڪ سمجهو اهو مسڪين جهان خان ڪوسو!

ڪنهن زماني ۾ سارنگي نواز، استاد مرهيات بندو خان، مسٽر ذوالفقار علي بخاري وٽ، بمبئي ۾ مهمان ٿي وڃي ٽڪيو. بخاري صاحب، ان وقت بمبئي ۾ ريڊيو اسٽيشن جو ڊائريڪٽر هو، ڪا مهل ٿي، ته آڌيءَ رات جو بخاري صاحب وٽ سندس نوڪر پڄندو آيو ۽ اچي اطلاع ڪيائنس، ته استاد پنهنجي ڪمري ۾ ڪا عورت گهرائي آهي ۽ ان سان ڏاڍيون راز ونياز جون ڳالهيون پيو ڪري. بخاري صاحب وڏي اچرج ۾ اچي ويو، ته استاد ڪي هن پيرسنيءَ ۾ اهو شوق ڪيئن جاڳيو، سو به سندس بنگلي ۾! اعتبار ئي نه آيس، سو استاد جي بند ڪمري جي دروازي تي، ڪن لڳائي جو ٻڌائين، ته نپ ئي نري ويس. استاد ڏاڍي پيار ۽ پاٻوه سان ٻوچڪاري چئي رهيو هو، ته "پياري! ويجهي ٿي منهنجي بغل ۾ اچي سمهه. تنهنجي ايڏي جدائي آئون ڪيئن برداشت ڪري سگهندس؟" بخاري صاحب جا ته طاق ئي لڳي ويا. هڪدم ڪٽي پنهنجي ڪن جون پاپڙيون پڪڙيائين. سمجهه ۾ نه پيو اچيس،

تہ هن پنهنجي پاڻ کي اڄ ڪيئن باهہ لڳي! پر وري بہ خاطري ڪرڻ لاءِ، در جي سيرن مان جو ڪٽي ڏسي تہ بلبر! ڇاجي عورت، ڇا جي ڳالهہ؟ استاد غريب تہ پنهنجي پياري سارنگي کي ريڙهي، بغل ۾ ڪري سمهارڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي. خدا شاهد آهي تہ بجنسي اها، بلڪ انهيءَ کان بہ چار رتيون ڪسر، مسڪين کي محبت آهي پنهنجي پياري "ٻاوري جي گيڏيي" سان! مسڪين جو اهو گيڏيو اٽندي وهندي، گهمندي ڦرندي، سمهندي جاڳندي، مطلب تہ هر لحظي هرگهڙي، سندس بغل جي زينت بنيو رهندو آهي. مجال آهي جو اهو گيڏيو ڪڏهين پٽ جو منهن بہ ڏسي! هميشه قرآن شريف وانگر ڪڇ ۾. مسڪين جو چوڻ آهي تہ اهو "گيڏيو" گذريل اوڻيهن سالن کان سندس ساٿي آهي. انهيءَ مان ائين سمجهجي، تہ انهيءَ "گيڏيي" ۽ پاڪستان جي عمر طبعي ۾ ڪو ڏينهن اڌ جو فرق هجي تہ هجي، باقي ظهور پرنور ٻنهي جو ساڳئي سال ۾ ٿيل ڏسجي ٿو. مسلمانن کي پاڪستان مليو ۽ مسڪين کي "گيڏيو". اڳ تہ رنگ الائي ڪهڙو هوس، پر مسڪين جا هٿ لڳي لڳي، هاڻي تہ گيڏيو بلڪل ڪارو ڪٽ ٿي ويو آهي. هن کان پوءِ هلي ڪهڙو رنگ ٿو پڪڙي، ان جي خبر الله کي.

"ٻاوري جو گيڏيو" هڪ عام سنڌيءَ جي سمجهہ کان وڌي شيءِ آهي. هي "ٽاربلي" ٻولي جا لفظ سمجهڻ لاءِ هڪ غير ٽريءَ کي، وڏيون ڪاوشون ڪڍڻيون پونديون ۽ ڪي وڏا ڏاڪڙا ڏسڻا پوندا. محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي مرتب ڪيل سنڌي لغت بہ، هن معاملي ۾ ڪا مدد نہ ڪئي، تہ پوءِ حيدرآباد ۾ محترم محمد عثمان ڏيپلائي جي در تي جنبيون گسائڻيون پونديون.پر، اسين پڙهندڙن کي وڌيڪ الجهن ۽ انتظار کان بچائڻ لاءِ ظاهر ٿا ڪريون، تہ "ٻاوري" ٿر ۾ هڪ وڻ آهي ۽ "گيڏيو" ٿري "لڪڻ" کي چوندا آهن.

مسڪين جو گيڏيو نہ لڪڻ آهي، نہ لٺ، ظاهري طور تہ ڪنهن بہ ڪم جو ڪونہ ٿو ڏسڻ ۾ اچي. نہ ان کي لٺ چئي سگهجي ٿو، جنهن سان ڪو جيت جانور ماري سگهجي يا ڪٿي سنت نبوي ادا ڪرڻ خاطر ڪٽجي، ڇاڪاڻ جو قد ۾ لٺ جي اڌ جيڏو بہ ڪونهي، ۽ نہ وري معمولي لڪڻ جائي

فرائض انجام ڏيئي سگهي ٿو. انڪل ٿي فوت ڊگهي هن "گيڏيي" ۾، معشوق جي ڪمر وانگر، ڪيترائي ته ور آهن ۽ گردش ايام جي سخت صدمن کان بچائڻ لاءِ، مسڪين ان کي، هيسنائين اُن پيٽلي ۾ هڪ لوهي پٽ به هٽايا آهن ۽ جڏهن به، جنهن به هنڌان، "گيڏيي" جي ضعيفي معصوم ٿئيس ٿي ته هڪدم هڪ پٽ جو اضافو ڪري ٿو. ڏسڻ ۾ ته ائين پيو اچي، ته اهي حال آهن، ته اهو ڏينهن ڏور ڪونهي، جڏهين اصلي "گيڏيو" ته پڇي پري غائب ٿي ويندو، باقي رڳو پٽن جو "گيڏيو" وڃي مسڪين جي بغل ۾ رهندو.

حقيقت هيءَ آهي، ته مسڪين جي انهيءَ "گيڏيي" لاءِ ايڏي محبت جو راز، هاڻي بلڪل پڌرو پيو آهي. انهيءَ محبت جي راز پنهان، تاريخ به آهي ته جاگرافي به، تهذيب ۽ تمدن ، هن، ته حب الوطني جا پرجوش جذبا به، ۽ سڀ کان وڌي ڳالهه، ته درپيشي دعائن جا داستان ۽ عقيدتمندي جا اظهار پڻ آهن. ويچارا ٿري، ٿر کان ٻاهرئين هر شهر يا ايراضي کي "پرديس" سمجهندا آهن، پوءِ پل اهو شهر ٿرپارڪر ضلعي ۾ ڇو نه ڪٽي هجي. هندستان جي ورهاڱي کان اڳ، جڏهن ٿريا ڍڳا سودي گجرات وڃي وڪڻندا هئا. مسڪين کي، چاڪاڻ ته ٿر لاءِ بي انتها محبت آهي، تنهن ڪري پاڻ سان هر وقت "ديس پرديس" ۾ به ٿر جي ڪا نشاني رکڻ چاهي ٿو. ظاهر آهي ته انهيءَ ڏنگڙي "گيڏيي" کان وڌيڪ ڪا هلڪي ۽ ڪٽڻ ۾ سولي، بي ڪا نشاني نٿي ٿي سگهي، ۽ وري "گيڏيو" مليل به آهي کيس، سوپاري ٽڙ جي هڪ بزرگ بيبيءَ وٽان دعا طور، ان کي پلا مسڪين، ڪٽي ٿو پاڻ کان پري ڪري؟ گيڏيو سندس فاني جسم سان گڏوگڏ سپرد خاڪ ٿيندو. اسين به ڪٽي چئون ٿا آمين! بلڪ ثم آمين!!

"ڪوسو" ۽ "مسڪين" ؟! ڪوڙوئي ڪونه ٿو لڳي. ڪوسو، پئسي پنجڙ ۾ ڪٽي مسڪين به هجي، پر طبيعت جو مسڪين ڪڏهن به نٿو ٿي سگهي. ڪوسو، ڪنٽل ته به خان آهي، جنني نه آهي ته به جوان آهي. گهر ۾ پل، ٿي ڏينهن دانگي به نه چڙهي هجيس، پر ٻاهر ڪوسو، اهڙي مخرج سان ڳالهائيندو ۽ اها ڏيکاري ڏيندو، جو اڳلو سمجهندو، ته مڙس ڪو لک ٿي

متو ذوئي آيو آهي. "ڪوسو" ۽ "مسڪين" بہ متضاد شبون آهن. "مسڪين" جو لفظ هڪ سخت طبع ۽ اڪڙ مزاج ڪوسي لاءِ تہ هڪ روايتي "گار" آهي.

مگر قدرت جو هيءُ هڪ عجيب ڪرشمو آهي، تہ مسڪين جهان خان ڪوسي ۾، انهن ٻنهي خاصيتن جو هڪ حسين امتزاج موجود آهي. مسڪين، نہ رڳو هڪ درويش صورت ۽ درويش سيرت بزرگ آهي، مگر هڪ بلند اخلاق ۽ نڊر بلوچ پڻ آهي. الاجي ڪهڙي دل ۾ آيس، جو ڪٽي جوانيءَ کان ئي پاڻ کي "مسڪين" سڏائڻ شروع ڪيائين. اهو نالو سندس صورت ۽ ڪردار سان اهڙو تہ ٺهڪي آيو، جو اڄ ڪيس "مسڪين" جي نالي سان گهٽا ۽ جهان خان جي نالي سان بلڪل ٿورا سڃاڻن. "مسڪين" جي لفظ ۾، جهان خان لاءِ الاجي ڪهڙي جاذبيت آهي، جو پنهنجي محبوب ٽر ۽ ٽرين کي بہ، هميشہ "مسڪين ٽر" ۽ "مسڪين ٽريا" جي نمائن نالن سان سڏيندو آهي.

واضح رهي، تہ مسڪين ۽ راقم الحروف جو ڳوٺ ساڳيو آهي. اسان جي ڳوٺ سامي ويري تعلقہ ننگرپارڪر جي باشندن جا بہ ڏاڍا مشهور آهن، ۽ آهن بہ ٻئي ڏاڍا مڙساڻا. هڪ پوليس ۾ نوڪري ۽ ٻيو چوري. ڪو اڙٻو ٽڙٻو مون پارو مختيارڪار آهي، يا انور علي خان جهڙو ماستر، باقي سواءِ ڪن ٿورن جي ٻيا، سڀ انهن مڙسيءَ وارن ڌنڌن ۾ مشغول آهن. نوڪري تہ پوليس، ٻيءَ کي نڪو سڃاڻن، نڪا ڪا اهميت ئي ڏين. حتيٰ ڪہ منهنجي گهر جون وڏيون مايون بہ، جڏهن منهنجي بدلي مختيارڪار جي حيثيت ۾ ڪنهن تعلقي ۾ ٿيندي هئي، تہ پڇنديون هيون تہ "ابا توکي ڪهڙو "ٿاڻو" مليو آهي؟" يا، جڏهن آئون ايل ايل بي امتحان لاءِ، ڳچ رات تائين ٻيو پڙهندو هوس، تہ ماءُ ماسيون چونديون هيون، تہ "ابا چو ٿو اجايو نور نچوئين، توکي ڪهڙو "پونو پاس" ڪرڻو آهي." (اڳ صوبيداري لاءِ، پوني ناسڪ ٽريننگ ونٽي پوندي هئي) هڪڙي مائيءَ تہ حد ڪري ڇڏي! هڪڙي گهر مُنهن ڪاڻ (افاتحہ خواني) ڪرڻ ويس، پوڙهيءَ پڇيو تہ "ابا! توکي نوڪري ڪهڙي؟ چيومانس مختيارڪاري. ورائي پڇيائين تہ "ڪو جمعداري

جو به هوانو اٿيئي؟" چيومانس"امان رک الله تي." سو ڳالهه ڪرڻ جو مقصد اهو هو، ته ڳوٺ وارن اڳيان وڏي ۾ وڏي نوڪري آهي، ته اها صوبيداري. بيون سڀ نوڪريون هيچ بلڪ نيچ. سڄي ڳوٺ ۾ اهو ڪو گهر نياڳو هوندو جنهن جا به ٽي پاتي پوليس جي نوڪري ۾ نه هوندا. اڄ به الله جي مهربانيءَ سان ڳوٺ جا ڪافي تعداد ۾ ماڻهو سپاهي کان وٺي صوبيداري عهدن تي فائز آهن ۽ ڪيترائي پينشنر پوليس جا پنهنجي حياتيءَ جا پويان پساه پورا ڪري رهيا آهن.

خاص ڏسڻ وٽان ته اهو نظارو آهي، جڏهن "پنشيني" پريامڙس، چيلهن کي سندرا ٻڌي، وڏيون ڏانگهُون هٿن ۾ ڪٽي سامي ويري ۽ ٻي ست راڄي مان، قافلي جي صورت ۾ ڪٽڪ ناهي، پينشن وٺڻ لاءِ ننگرپارڪر ڏانهن نڪرندا آهن. ننگرپارڪر جي تعلقه آفيس ۾ پينشن وٺڻ لاءِ، هڪ ئي ڏينهن مقرر آهي، تنهن ڪري جملي جماعت، هڪ ئي ڏينهن گڏ نڪرندي آهي. پوڙها هَڏَ، جَڏا جسم، ڪنن ڳرا، نظرن جي نور کان محروم ويچارا رئيس، سڄن سارن ويهن ڪوهن جو سُڄ جو سفر، ڪاٿين سو ڪيئن ڪاٿين؟ وچ ۾ وري پوين ٿو "ڪاڙڪي" جو ڦهري رڻ، رڳو رائو ۽ رڄ، سو کُٽي ته ڪيئن کُٽي؟! پوءِ ته سائين ڳالهيون ڪندا پنهنجي پوليسي ايام ڪاري جون. ڳالهيون ڇا هونديون، رڳو ٻَڌ ڇوڙ، وٺ پڪڙ، موڇڙو مڙسي. انهن ڳالهين ۾ سندن قانون داني ۽ اَٽڪل سٽڪل جون حرفتون به هونديون ته بهادريءَ جا ڪارناما پڻ هوندا: صُوبيدارن جي ساٿ ڏيڻ جا احوال به هوندا ته "ڪماني صاحب" جون ڪاوڙون پڻ هونديون، گڏ سٽيفڪٽ (سرٽيفڪيٽ) جا تعداد پڻ ڳڻائبا، ته انعامن ۽ آفرين نامن جا احوال پڻ هوندا، ڏوهن جي پيداواري به هوندي، ته ڪيسن جي سربراهي پڻ هوندي، چورن کان سڄي ڪرائڻ جا نيٺ مسلماني طريقا به هوندا، ته ١٦۴ جي باس ڏيارڻ لاءِ ڪلمي جي ڪوڙن قسمن جا ڪڙڪا پڻ هوندا، زميندارن کي زير ڪرڻ جا داستان پڻ هوندا ته ڪانگريسين سان ڪڪرم ڪرڻ جا ڪارناما پڻ هوندا. مطلب ته هر ڪنهن جانچ جو سڄو سربستو احوال "فَس رپورٽ" (فرسٽ رپورٽ) کان شروع ٿي، پيرا ڪٽڻ، جهاڙو وٺڻ، شاهدن کان پڇائن

ڪرڻ، مشير نامن، دانستامن ڪان ٿيندو، "قلمن" ۾ چڙهون چُوٽون مليل رقمن جي آڌار موجب ڏيکاريندو، وجي رجوعات نائين پهچندو ۽ انهي وچ ۾ رئيس جو مرضيل مندو گهوڙو جيڪڏهن ٿابوڪائي ڪٿي لڏ لاهي، پڙ ڪڍي بيهي رهيو ۽ رئيس ڪي روه ۾ رولڻ جي ڪوشش ڪيائين، تہ هڪدم ڪيس سرڪاري "سرخو" گهوڙو ياد اچي ويندو، جيڪو بقول سندس، لانگ ورائڻ سان ئي گولي ٿي چٽندو هو ۽ هوا سان ڳالهيون ڪندو هلندو هو. ۽ جيڪڏهن ڪنهن هنڌ، ٻنپهرن جي ماني جي مهل اچي ٿي ۽ همراهن جا گهوڙن چڙهئي آندا ڪُلوس ڪُلوس ڪرڻ لڳا، تہ ڪين نوڪريءَ جي ڏينهن وارا ٻوڙ پلاهہ دل تي تري ايندا. هڪڙو ٻئي ڪي رڙ ڪري ٻروچڪي ڳري آواز ۽ جمعداري لهجي ۾ ڳالهہ ڪندو تہ:

"سائينءَ ڪي چوان..... حقيقت ڪري... مگر جيڪي سو (اهي لفظ تڪيہ ڪلامي طور الف لام ميم جي عيوض ڪم آڻيندا آهن) ... فلاڻو خان ٿو ٻڌي! ڦلهڏين ٿاڻي تي انچارج هجان، رپورٽ ٿي تہ هڪڙو شَرن جو ڇوڪرو راند ڪندي "دوسي" واهہ ۾ ٻڏي مئو. دانست نامون ناهڻ لاءِ، فلاڻي خان سوار سان سرزمين تي شام جو پهتس. وجي ڏسون چا، تہ رَئين آهيرين راڙهو راڙهہ لڳي پئي آهي! اسان بہ ٻچڙا ٻوٽ ڪري تڏي تي ويهي رهياسين. اتي اچي سج لٿو، هي اجا روج راڙي ۾ لڳا پيا هجن. مون ڏنو تہ بيلي، هي حالت رهي، تہ اسين ۽ اسان جا گهوڙا اڄ رات لنگهٽا رهنداسين. توکي خبر آهي فلاڻا خان، تہ گيہ جهڙي نرم ۽ لذيذ ٻي ڪا شيءِ ڪانهي، پر سائين اهو بہ سڌيءَ آگر تي ڪونہ چڙهي. سو ڏنم تہ چگمڙسي ۾ ٽا بڪ مرون. سو ادي ڪي چوان، وني ڏرڙيون ڪيم تہ ڇوڪرو ٻڏو نہ آهي، مگر ٻوڙيو ويو آهي ۽ هاڻي آئون پنهنجي جانچ ٿو شروع ڪريان. بس، پوءِ تہ سائين گيسيءَ جو نڪا پيو پوي، پوتيون پلاند، نياڻيون قرآن، سڀ آڻي ڪنا ڪيائون. گهوڙن اسان وارن ڪي، ٽي ٽي دفعا توبرا پري پيا چارهين. اسان جي لاءِ آئوڳي اُره جيڏي پٺ اُرڙائي دسي ڪٽي ڪنائون. ٻوڙ مانيون هڪڙي پاسي، تہ پلاءُ زردا ٻئي پاسي، تہ سائين ڪي چوان... ڪير ڏونري جون چاڏيون تئين پاسي. بس سائين، ڪائي ( "ئي" تي زور ڏئي دگهو ڪندي)

ڪٿي چڙهه ڪياسين. (وات ۾ پاٽي پرجي اچي، تنهن کي ڳيت ڏئي) پلا پلا فلاڻا خان! اهي به ڪي وخت هئا ؟!"

اهڙي طرح ٻوڙ پلاهن جون ڳالهيون ڪري ڳيتون ڏيندا، ڏڍن کي ڪتڪار ڪندا، مڙس ايمان جي سلامتيءَ سان "ڪاڙڪيءَ جي رڻ" کي خيرن سان ڪديو اچيو پار پون. اسان جي پر واري ڳوٺ "وَمڙي" جي چرچائي چاندين جو چوڻ آهي، ته ڪاڙڪي جي رڻ مٿان، ڪيڏي مهل جيڪڏهن ڳاڙهي ڳاٽن واريون ڳچ ڳجهون لَونديون ڏسو، ته پڪ سمجهو ته ڪو پينشني پريو مڙس پنهنجا پساهه پورا ڪري، حورن جي حوالي ٿيل آهي.

خير، اها ته ائين ڳالهه مان ڳالهه نڪري آئي. چوڻ جو مقصد صرف هيءُ هو، ته اسان جي ڳوٺ ۾، پوليس وارا به آهن ته چور به. مثل مشهور آهي ته لوه لوه کي ڪاٽيندو آهي، پوليس چورن جي دشمن، پر اسان جي ڳوٺ ۾، لوه، لوه سان گڏجي، اٿلو "رُڪ" ٿي پيو آهي. ائين بلڪل نه آهي، ته ڪو پوليس وارا، چورن جا ساٿاريدار آهن يا چوريءَ جو مال کائيندڙ آهن، مگر اها هڪ حقيقت آهي، ته ٻئي ڌريون، پنهنجي پيشي جي لحاظ کان، بلڪل سخت جان ۽ سخت مزاج واقع آهن، تنهن ڪري ڳوٺ جو ماحول، هميشه رڪ وانگر، سخت پئي رهيو آهي. خدا ترسي ۽ غريب نوازي، جيڪا اهڙي ماحول ۾ عمومن هوندي، ان جي بيان جي ضرورت ڪانهي.

ڳوٺ اسان واري ۾، سنه ١٩٢٩ع کان وٺي، باقاعدي سنڌي اسڪول آهي. پر خدا نٿو ڀُلائي، ته اڄ ڏينهن تائين، ان اسڪول مان، ڪو ٻروچڪو ٻار، ڪاميٽي پاس ڪري ڪونه نڪتو. هرڪو چار پنج درجا پڙهيو، وڃيو ويچارو پنهنجي ڏنڌڙي، پوليس جي نوڪري يا چورڙي کي لڳي. مجال آهي ماستر جي، جو ٻروچڪي ٻار تي، هٿ ڪٽي سنئون به ڪري. چوڪري جي ناني يا ڏاڏي، لٺ ڪٽي، ڪڙڪندي وڃي ماستر جي ڪنڌ تي. هوڏانهن ماستر ويچارو، لڪڻ جا لوڳها پيو جاچيندو، ٻچڻ جي پيٽي کانه پئي ٿيندس، ته اينتري ۾ پوڙهي، پرٻان کان ئي، پاراتا ڏيندي چوندس ته "اڙي ماستر، تنهنجي ڏِگڙي ڪِٿي آهي يا جاءِ اٿيئي"! ماريا، سُرت ۾ نه آهين يا هونسلا خطا ٿيا اٿيئي؟ هونش نِڪاٽي ڪر، مٿان مٿو نه وجئي! منهنجي

معشوم کي ماري ماري، فنا ڪري وڏو اٿئي، ڪو نڏٺڪو ڏنو اٿيئي ڇا؟ تون ئي هڪڙو مارٿو ماسٽر ساماٺو آهين يا ٻيا ٻہ آهن ڪي ملڪ ۾؟ تون آهين ڪير ۽ ڪاڇين ڇا سان؟ ٻيلي! الله جو حذر ٿي ڪربان، نہ تہ تون ٻوٿي، ماري وجين منهنجي معشوم کي؟! ڪونهي پڙهائٿو ڇوڪرو مون کي ، بس! ڪڏي ڇڏينس نالو اشڪول مان! هن جا ابا ڏاڏا بہ پوليس جا ڊڏا ڪُتي ڪُتي، مري ويا. اهو ڊڏو، هن ڪان بہ ڪونہ ٿو وڃي!" سو عرض ٿي ڪيم تہ انهيءَ ڳوٺ جو باشندو، جيڪڏهن خدانخواستہ، ڪجهہ وڏيڪ ڪٿي پڙهيو بہ هوندو، تہ بہ انهيءَ ڳوٺ ڪان ٻاهر رهي پڙهيو هوندو. باقي "سامي وبري" سڳوري جو ماحول، انهيءَ ڪان وڏيڪ پڙهڻ جي، ڪنهن کي بہ اجازت نٿو ڏئي.

شاهہ صاحب فرمايو آهي تہ:

روزا، نمازون، ايءُ پڻ چڱو ڪم،
اُو ڪو ٻيو فهم، جنهن سان پسجي پرينءَ" کي."

شايد، انهيءَ ئي بيت جو اثر آهي، جو بروچ، هرويرو، نماز روزي کي گهٽو ڪونہ وچڙن. سچ آهي، ڏاڍي جي شيءِ کي ڪير هٿ لائي؟ مڙسن جون منزلون، اڃا بہ ڪي اڳيريون آهن. ٻڏو اٿئون تہ انهيءَ "ٻئي فهم" جي ڳولا ۾، سرگردان آهن. ڪڏهن نہ ڪڏهن، اهو بہ ملي ويندن. پيرو ڪٿي پوبان پيا اٿس. پيرو، بروچ ڪان، پڪيءَ جو بہ نہ وڃي، سو اهو "فهم"، ڪهڙي ڏاڙهي آهي؟! روزو ۽ نماز، جيڪڏهن ڪو ڳوٺ ۾، ادا بہ ڪري ٿو، تہ بہ پنهنجي گهر ۾، جنهن لاءِ ڳوٺ ۾ مسجد جي ضرورت، ڪڏهن بہ محسوس نہ ڪئي وئي آهي. ڳوٺ ۾، گهر بہ گهاٽا آهن ۽ آهن بہ چڱي ڪاتي پيٽي ۽ نوڪريءَ وارن ماڻهن جا، پر بروچن جو اهو بہ هڪ رڪارڊ آهي تہ سئو سالن ڪان وٺي، پڪي يا ڪچي تہ درڪنار، ڪڏهن ڪڪائين مسجد بہ ڳوٺ ۾ نہ نهي آهي. شايد، انگريزن بہ اهي عادتون ڏسي، بروچن کي پوليس لاءِ پسند ڪيو، تہ ڪم از ڪم اُهي، مذهبي ديوانہ (Fanatic) ڪونہ آهن. خرچ

ڪرڻ جا، ٻروچن وٽ، ٻيا بہ گهٽيئي ڪم آهن. شاديون، ڦهورون آهن، جن ۾ مڙسن جو نالو بہ ٿئي ۽ دنيا بہ واہ واہ ڪري: يا مثل ماڻهن جا "ٻاراها" آهن، تہ متان ڪو طعنو ڏئي نہ وجهي تہ "جبل جيڏا رئيس، ڪارن هيئان لڪل رهجي ويا." باقي مسجد نهرائڻ مان آخر ڪنهن کي فائدو؟.... وڏ ۾ وڏ، هڪڙي مُلان جو ڪٽي روزگار ڪُلي، سو اهڙا خير جا ڪم، رئيس ٻيا بہ گهٽيئي پيا ڪن. "الله واٽ جي ماني" روز مثل عزيز جي نالي ڪري ڏيندا آهن. "غونث جو روٽ" بہ، ڪڏهن ڪڏهن ڪيندا آهن. شيئي ڪا گم ٿي وڃين تہ "شاہ پنجي جو لولو" بہ باسيندا آهن. حشر جي ڏينهن، آنگاس جي چوڏاري، پِني پِني، مڙس ساٽا بہ ٿي پوندا آهن. باقي "مسلمانيءَ" ۾، وڏيڪ ڇا گهرجي؟! اڳي، ڪنهن زماني ۾ حافظ لعل بخش مرحوم، عيد يا جنازي نماز پڙهائيندو هو يا مئي جي مانيءَ تي درود خطمو ڏيندو هو، پر ان جي گذرڻ بعد، ڳوٺ ۾، اهڙو ڪو ماڻهو ڪونهي، جو ڪنهن تازي چاول ٻار جي ڪن ۾، بہ اڪر ٻانگ جا ڪٽي ٻڌائي. هاڻي، نڪاح پڙهائڻ يا جنازي نماز لاءِ بہ ملان، پر وارن سمات قوم جي ڳوٺن مان گهرائبو آهي ۽ جيسين ملان اتان اچي، تيسين مردو، پل پيو- هن دنيا جون هوائون کائي!

مسجد ڪان، ٻروچن کي، الاجي ڇو "چِڙ" آهي؟ اُن لاءِ، وڏيءَ ڪوجنا جي ضرورت آهي. ڪم از ڪم مون کي، اينتري تہ خبر آهي، تہ منهنجو هڪ چاچو، پوليس وارو هو ۽ ٻيو چاچو ملان. اُهو پوليس وارو چاچو، ڪڏهن بہ سندس ملان ڀاءُ کي، پنهنجي ويڙهي اندر، نماز پڙهڻ نہ ڏيندو هو. چوندو هوس تہ ٻاهر وڃي، ميدان ۾ نماز پڙهہ. گهر ۾ نماز پڙهي، "گهر، مسيت ڪرڻو اٿئي ڇا؟!" مرحوم، انهيءَ اعتقاد تي، ايڏو تہ سختيءَ سان پابند هو، جو ان کي بہ ، پنهنجي گهر اڳيان ويهڻ نہ ڏيندو هو. چوندو هو تہ "ان بہ، اونڌا گوڏا ڪري، نماز واريءَ حالت ۾ ويهي ٿو، ڪٿي ڪري نہ " گهر مسيت!" گهر "مسيت" ٿيڻ معنيٰ، گهر جو الهو تلهو ناس ٿيڻ.گهر ۾، باقي وڃي رهي تڏو ۽ ڏيئو، ٻيو مِنو نالو الله جو! سو شايد، هن ڳوٺ ۾ بہ مسجد، انهيءَ ڪري نہ نهرائي وئي آهي تہ متان، ڪٿي ڳوٺ ئي نہ ٿئي "مسيت!"

مقصد انهيءَ سچي قصي ڪرڻ جو اهو هو، تہ جنهن ڳوٺ جو ماحول اهو هجي، جنهن ۾ هڪڙا چور، ٻيا شهزور ۽ ٽيان وري مذهب کان منهن موڙ ماڻهو عام هجن، ان ڳوٺ مان، "مسڪين جهان خان" جهڙي خدا ترس، خليق ۽ خادم خلق جو پيدا ٿيڻ، قدرت جو هڪ وڏو ڪرشمو آهي.

مسڪين جي "مسڪينيءَ" تي ڪجهہ لکڻ کان اڳ ۾ ضروري آهي، تہ سندس حسب نسب تي پڻ، ڪجهہ روشني وڌي وڃي، متان "مسڪين" کي، ڪو بکيي پيٽ ۾ اڳهاڙي انگ وارو، ننگ ڏڙنگ فقير نہ سمجهيو وڃي. "مسڪين"، هڪ اعليٰ ۽ بهادر بلوچ خاندان جو چشم وچراغ آهي، جنهن خاندان، سنڌ ۽ مارواڙ جي هڪ وڏي علائقي تي، ميرن جي بادشاهيءَ تخت، سوين سالن تائين حڪومت ڪئي. هتي اسين، "مسڪين" جي پڙ ڏاڏي، خانبهادر رئيس سردار خان مرحوم جي، برطانيہ حڪومت کي، سندس جاگير قائم رکڻ لاءِ ڪيل درخواست، مورخہ ٦- جولاءِ ١٨٩٦ع جو هڪ ننڍڙو اختصار پيش ڪريون ٿا:

"اسين ماڻهو، اڳي، حڪومت ڪلهوڙن صاحبن جي کان، سنڌ ملڪ ۾ وينا هئاسون. سو سنڌ ملڪ ۾، اسان ماڻهن کي، جاگيرون هيون. آخر، پوين ڪلهوڙن صاحبن سان تڪرار ٿيو ۽ اسان، سنڌ ملڪ ڇڏي، مارواڙ جي ملڪ ۾ وڃي رهڻ ڪيو. جڏهن ڪلهوڙن جي حڪومت بس ٿي ۽ ميرن صاحبن جي حڪومت ٿي، تڏهن اسان ماڻهن کي، جاگيرون هيون ۽ هن ملڪ مارواڙ ۾، ڦرمار گهڻي هوندي هئي، مگر اسان زور سان، هر هڪ هيٺيان علائقا هٿ ڪيا، جو سئوندري، ڳُڙهو ننگر، ڇهوٽڻ، سيراهو، ٻاهڙميڙ، ڏوريمنون، ٻاڏلي، شوڪوٽڙيو، گنگاسرو، اهي سڀ علائقا، جي مالاڻي علائقي ۾، سرڪار جي هٿ ۾ آهن، سي اسان ڪوسن جي هٿ ۾ هئا. مارواڙ جي ملڪ ضلع جوڌپور مان ۽ تر مان، ضلع ننگر ۽ ضلع ڇاڇري ۽ ويرا واه مان ڇاليهہ تڙ، اصل جا اسان جي قبضي هئا... ڦرمار جيڪي ڪندا هئا، انهن کان، وينلن کي بچايو آياسين. مالڪ، زمين جي قبضي جا، اسين هئاسين: مگر وينل جيڪي هئا، انهن جي پيدائش جو آڌواڌ، اسين ڪٽندڙ هئاسين: بلڪہ متئينءَ زمين کان سواءِ، تخت آباد واري علائقي جي

زمين، خلاصي اسان جي هٿ هيٺ ۽ قبضي ۾ هئي، جنهن جي پيدائش سموري، اسين متصرف ٿيندا هئاسين. اها زمين، انگريز سرڪار، جوڌپور جي دنگ، ۾ ڏني آهي، جا اها زمين، تخت آباد واري جي پيدائش، اسان چئن پيڙهين تائين کنئين ۽ کاڌي آهي."

درخواست ۾، اهو پڻ ڄاڻايل آهي ته درخواست ڪندڙ، رئيس سردار خان جي والد، شهيد شادي خان، "ڇهوٽڻ"، جبل ۾، انگريزي فوج جي ميجر رائيٽ سان ۽ پٽ الهداد خان، "آرٽي" ڳوٺ نزديڪ، ميجر جئڪسن سان، پنهنجي ڪوسن جي فوج سان، سخت مقابلا، انهيءَ ڪري ڪيا، جو انگريزن، ڪين، هٿيار ڦٽا ڪري، پيش پوڻ جي آڇ ڪئي، مگر ڪوسن جي غيرت، اهو گوارا نه ڪيو، تنهن ڪري انهن مقابلن ۾، ڪوسن خواهه انگريزي فوجن جو، ڪافي جاني نقصان ٿيو ۽ شادي خان ۽ الهداد خان، بئي شهيد ٿي ويا. انگريزن، ڪوسن کي ڏاڍا مڙس سمجهي، هڪ خاص پوليس، ١٢٥ ماڻهن جي، تيار ڪئي، جيڪا "ڪوسو پوليس" جي نالي سان مشهور ٿي، جنهن جا مهندار، رئيس عزت خان ۽ سندس پاءُ، رئيس سردار خان (درخواست ڪندڙ) هئا.

"مسڪين" ۽ اسان جي وڏن متعلق، ڪئپٽن سٽينلي نيپئر ريڪس (Capt: Stanley Napier Raikes))، ٿرپارڪر جو پهريون ماجسٽريٽ، ١٨٥٦ع ۾ ڇپيل، پنهنجي مشهور ڪتاب، Memorirs on the Thurr and Parker" ۾ لکي ٿو ته:

Next in importance is the Khosa tribe, which is deserving of a few remarks, as it excercised a great influence on the fortunes of the Thurr, as also of the neighbouring province of Kutch. The Khosas are Mohammedans, they immigrated to Sindh with the Kalhoras, and on the fall of that dynasty in A.D. 1782, left Sind proper, when a portion of the tribe distributed itself about the Desert between Marwar and the Valley of the Indus. They are a fine, robust, martial race, inured to fotigue, exposure, and scanty living, brave and enterprising when roused to action: but improvident and slothful when not excited. The Desert was Just the place for their qualities shine in."

ترجمو: "ٻي مشهور قوم "کوسا" آهن، جن لاءِ ڪي ريمارڪ ڏيڻ لازمي آهن، ڇاڪاڻ جو انهيءَ قوم جو، ٿر ۽ ان جي پر واريصوبي ڪڇ جي قسمت تي، وڏو اثر رهيو. "کوسا" مسلمان آهن ۽ اهي سنڌ ۾، ڪلهوڙن سان گڏ آيا ۽ ڪلهوڙن جي حڪومت، سال ١٧٨٢ع ۾ ختم ٿيڻ تي، کوسن سنڌ ڇڏي ۽ انهن مان هڪ حصي، پاڻ کي مارواڙ ۽ سنڌو ماٿريءَ جي وچين صحرا ۾ پکيڙي ڇڏيو. اهي سهڻا جوان، پهلوان ۽ جنگجو قوم آهن. سخت جان، تتي ٿڌيءَ کان بي نياز، گهٽ گذران تي راضي رهڻ جا عادي آهن. بهادر آهن ۽ جڏهن برس عمل ٿيندا آهن، ته بهادريءَ جا بهترين جوهر ڏيکاريندا آهن: مگر جيڪڏهن ڪين اڪسايو نه وڃي، ته پوءِ، سست ۽ بي فڪر رهندا آهن. دراصل، ٿر ئي، اهڙو مناسب علائقو هو، جنهن ۾ هو، پنهنجون خداداد قوتون ڏيکاري، خوب چمڪيا." (پئرا ٢٤)

ريڪس صاحب، وڌيڪ وضاحت ڪندي، ساڳئي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته:

"For generations, they looked to saddle and the

sword as their means of livelihood. So long as their old masters, the Kalhoras, swayed the destinies of Sindh, and continued to pay them, they served them faithfully: but being now without employment or the means of living, and having nothing to expect from the Talpurs, who had raised themselves to power on the fall of the Kalhoras, they betook themselves to the Desert, where without manual labour, to which they were unaccustomed, they gained a livelihood by associating themselves with the local chiefs and when the worst came to worst,by helping themselves forcibly, in true Oriental fashion, to a share of others property. The sequel has shown the skill and enterprise with which they availed themselves of the advantages of their new field of action, and how they levied contributions or black mail to the gates of Bhooj in one direction, to the walls of Radhanpur in another, and to the vicinity of Ahmedabad in a third".

ترجمو: "ڪيترن ئي نسلن کان وٺي، سندن (کوسن جو) ذريعه معاش، گهوڙو ۽ تلوار رهيو آهي. جيستائين سندن پراڻا حاڪم، ڪلهوڙا، سنڌ تي برسر اقتدار رهيا ۽ کين ڪارائيندا رهيا، تيستائين کوسن، انهن جي خدمت، ايمانداريءَ سان پئي ڪئي، پر هاڻي، جڏهن ڪ هنن کي ڪوبه ذريعه معاش ڪونهي ۽ ٽالپرن کان بہ، جن پاڻ کي، ڪلهوڙن جي زوال تي، اقتدار ۾ آندو،ڪجهہ بہ کين ملڻ جي اميد ڪانهي، تڏهن هنن پاڻ کي، ٿر جي صحرا ۾ ڦهلائي ڇڏيو، جتي ڪوبہ جسماني پورهيو ڪرڻ کان سواءِ، جنهن جا هو، ڪڏهن بہ عادي نہ رهيا، مقامي سردارن سان ساٿ ڏئي رهڻ لڳا ۽ وري، جڏهن حالتون بد کان بدتر ٿيڻ لڳيون، تڏهن وري هو، صحيح مشرقي طريقي موجب، ٻين جي ملڪيتن مان، پنهنجي لاءِ زوريءَ حصو وصول ڪندا رهيا ۽ انهيءَ طريقي رائج ڪرڻ لاءِ، هنن، وڏي مهم جوئي ۽ مهارت کان ڪم ورتو. سندن مڙهيل ڊل ۽ ڍڪاءُ، اينري قدر نہ وڌيل هو، جو انهن، هڪ طرف "ڀڄ" جي دروازن کي پٽي ڪڙڪايو، تہ ٻئي طرف "راڌڻ پور" جي ديوارن

سان پئي تڪرايو ته ٿئين طرف "احمد آباد" جي قرب ۽ جوار ۾ ڀتي ڏنا
ويا". (پئرا ٢٥)

کوسن جون وڏيڪ خصلتون ٻڌائيندي، ربڪس صاحب لکي ٿو ته:

... They were too ignorant, self willed, independent and hotheaded to be driven, and if roughly handled, would at once have betaken to their saddles, and truested to the Desert and luck for a livelihood, and yet they had many good and valuable qulaities for police men. constant fatigue and privaticn was what they had been used to from their childhood, while their local knowledge extended to every path amoungst the sand hills of the Desert, and pretty nearly to every inhabitant thereof. After a great deal of negotiations, Barra Khan, one of the elders and most influential of the tribe, consented to become a servant of the British Government. He was a remarkably fine old man, of about 60 years of age, he has been in serveal skirmishes with our detachments, and at last surrendered to Captain Jackson, he had numerous wounds, both shot and sabre, received in action. He used at first, when talking over the subject of taking service, to uncover his arm or side, and show his scars, adding "These were received when fighting against you. how can I now eat your salt? Judicious advice, however and Colonel Roberts personal influence with him and others of the Chiefs, eventually overcame his scruples, and he became servant of the State.

ترجمو" اُهي (ڪوسا) بلڪل اڻ ٻوجهه، آپ زورا، آزاد طبيعت ۽ سخت مزاج ماڻهو آهن. جيڪڏهن ساڻن چڱيءَ طرح پيش نٿو اچجي ته هڪدم ڪاوڙجي، ٽپي وڃيو گهوڙن تي چڙهن ۽ پوءِ، پاڻ کي ذريعه معاش لاءِ ٿر جي صحرا ۽ قسمت جي حوالي ڪريو ڇڏين. انهيءَ هوندي به هنن ۾، پوليس جي نوڪريءَ لاءِ، بلڪل گهڻيون ۽ بهترين صلاحيتون آهن. لڳاتار محنت ۽ تڪليفن جا ته هو، ٻاراڻن کان وٺي عادي آهن. ڪين ٿر جي پٽن جي هر هڪ پيچري ۽ ٿر جي قريب قريب، هر هڪ ماڻهوءَ جي واقفيت، بخوبي آهي.

اسان جي بلڪل گھٽين ڪوشش سان "يارا خان" (مسڪين جي پڙ ڏاڏي شهيد شادي خان جو سڳو مامون- مصنف) قوم جي سردارن مان، هڪ وڏي بااثر سردار، برطانيہ سرڪار جي ملازمت لاءِ، رضامندي ڏيکاري. هو يقينن، هڪ سهڻو ۽ قدآور، سٺ ورهيہ جي عمر جو بزرگ هو. هن، ڪيترن ئي معرڪن ۾، اسان جي فوجن سان لڙايون ڪيون ۽ آخر، ڪئپٽن جيڪسن وٽ پيش پيو. هن جي بدن تي ٻي شمار لڙاين ۾ زخم رسيا هئا. هن ڪي، جڏهن، پهريائين نوڪريءَ لاءِ آماده ڪيو هو تہ هو، پنهنجين ٻانهن ۽ پاسن تان ڪپڙا هٽائي، زخمن جا نشان ڏيکاري، چوندو هو تہ "هي زخم،مون کي، اوهان سان لڙايون ڪندي رسيا آهن. هاڻي يلا آئون، اوهان جو نمڪ ڪيئن ٿو کائي سگهان." وڏين زوردار سمجهاڻين ۽ ڪرنل رابرٽس جي ذاتي اثر رسوخ هلائڻ ڪانپوءِ، هن کي ٻين ڪوسن سردارن کي وجهي، سرڪاري ملازمت لاءِ رضامند ڪيو ويو.) هن پوليس رسالي ۾، مسڪين جو پڙڏاڏو مرحوم سردار خان ۽ مصنف جو ڏاڏو مرحوم سانوڻ خان، عملداري عهدن تي فائز رهيا- مصنف)

آخر ۾ ڪئپٽن ريڪس لکي ٿو تہ:

... The dreaded names of "Bara Khan" and "Shadi Khan" the great leaders of the banditti of former years, have ceased to terrify the more peaceably disposed inhabitants, while their descendants and Kinsmen are now numbered amongst our best police, and most docile subject".

ترجمو: هاڻي "يارا خان" ۽ "شادي خان" (مسڪين جو پڙڏاڏو) جا اهي دهشتناڪ نالا، جيڪي گذريل سالن جا لٽيرن جا وڏا سردار هئا، غريب تر جي امن پسند باشندن جون دليون ڪونہ ٿا ڏهڪائين. بلڪہ انهن جو اولاد ۽ ٻيا عزيز، هاڻي اسان جي بهترين پوليس سمجهيا وڃن ٿا ۽ فرمانبردار رعيت بہ. (پئرا ١٦٠)

رئيس سردار خان جو هڪ فرزند رئيس سمند خان، اجا زنده آهي ۽ اسان جي سٺ راڄيءَ جو قومي سردار آهي. سندس عمر هن وقت، 100 کن

ورهيه ٿيندي. سندس پٽ رئيس گل حسن خان، زميداري ڏنڌو ڪري ٿو.

مسڪين جو ڏاڏو مرحوم رئيس مير حسن خان، مرحوم رئيس سردار خان جو ٻيو پٽ هو، جو سنڌ پوليس ۾ انسپيڪٽر هو ۽ لاڙڪاڻي ۾ شهيد ٿي ويو.

مسڪين جو والد مرحوم رئيس بجار خان پڻ، سنڌ پوليس ۾ صوبيدار هو ۽ نوڪري پوري ڪرڻ بعد، رٽائر ڪيائين.

مسڪين جو چاچو ۽ سهرو رئيس قنبر خان ۽ سندس پٽ سردار خان، ٻئي، پوليس جا رٽائرڊ جمعدار آهن، جي مسڪين جو ٻوبان "لڏو" سنڀالين ٿا. مسڪين جو هڪ سوٽ، راجا خان کوسو آهي، جو هن وقت رٽايرڊ صوبيدار آهي.

مسڪين پاڻ به پنهنجي اباڻي سنت "سو سال سي هي پيشه آبا سپه گري"، ادا ڪرڻ خاطر، پوليس ۾ ڀرتي ڪرايو ويو. سندس آزاد قلندري طبيعت، نوڪريءَ لاءِ، شروع کان ئي آماده نه هئي، مگر والد جو حڪم، عدولي ڪونه ٿي سگهيو. پر ڪجا مسڪين ۽ ڪجا پوليس! پٽس، نوڪريءَ لاءِ، هڪ ڀلو گهوڙو وٺي ڏنو. هڪ ڏينهن، هڪڙي فقير اچي صدا هنئين ته "بختاور! سوار ڪرينم." سواءِ ڪنهن سوچڻ جي، گهوڙو ڏوري، فقير کي ڏنائين ۽ پاڻ وٺيو پيرين پيادو سمنون تعميل ڪندو. سندس حساس ۽ دردمند دل، پوليس جا غريبن سان ظلم، زور ۽ زبردستيون سهي نه سگهي. ڪيترائي اهڙا ظلمي نظارا ڏسي، سندس دل تڙپي اٿندي هئي، مگر نوڪريءَ ۾ رهي، هو ڪجهه به ڪري نٿي سگهيو. اهڙي ماحول مان بلڪل عاجز اچي چڪو هو ۽ نوڪري ڇڏڻ لاءِ، ڪو بهانو پئي ڳوليائين، جيئن ته سندس والد به ناراض نه ٿئي ۽ نوڪري مان به جان آزاد ٿئي.آخر سندس، الله ڪٿي ٻڌي! هڪ ڏينهن، ديوان ٿهلرام ڪمانيءَ سان، وانوڙجي، تڪرار ڪري، نوڪريءَ کي ٽي پتر ڏنائين هٿ ۾، ۽ اتان آزاد ٿي، غريبن جي ڪمن ۾ ايڏو ته غرق ٿي ويو، جو نه رهبس ڪو چاهه چڱي ڪپڙي لٽي جو، نه شوق ڪاتي پيتي جو ۽ نه وري هوش رهيس خود پنهنجي وجود جو!

نوڪريءَ کي "ٽي طلاق"، سال ١٩٣٧ع ۾ ڏنائين: پر اهو ڏينهن ۽

اجوڪو ڏينهن! اهي سڄا سارا ٽيهه سال، هن خدا جي بندي، پنهنجي گهر لاءِ، ڪک پڃي به نه ڪيو. مهينن جا مهينا، غريبن جي ڪمن سان غائب! ٻچا، پل پيا سندس شڪل لاءِ ترسن ۽ گهر وارا به پل پيا ڪانگ اڏائيندا وتن، پر مسڪين، گهر تڏهن موٽي، جڏهن ڪو ڪيس زوريءَ، غريبن جي گهيري مان ڪنيي ڪٿي اچي يا ڪنهن مائٽ جي موت جو ٻڌي، پاڻ مرادو ڪٿي پانهون موٽي، نه ته ڀيو ٿيو وڃي خير! انهن ٽيهن سالن ۾ سک جو ساهه کڻڻ به، مسڪين لاءِ حرام! دنيا ۾ ڀيا به قومي ڪارڪن، سوشل ۽ پبلڪ ورڪر ٿي گذريا آهن يا هن وقت آهن: مگر مسڪين وانگر، پنهنجو گهر ٻاري ٻين لاءِ "ڏياري" ڪنهن نه ڪئي! هن چوڏهين صديءَ ۾، پنهنجو جهڳو جهڻ ڪري، ٻئي جو ر ڪرڻ، ڏاڍو ڏکيو آهي! مگر مسڪين جي جذبه خ جنون جي حد کي پهتل آهي، تنهن کي پنهنجي ذاتي نفعي ڇيهي، ننگ ناموس جي ڪهڙي پرواهه!؟

"ننگ ڇڏي جي نانگا ٿيا، تن نانگن ڪهڙا ننگ؟!"

ماروئيءَ جي ٿر لاءِ محبت، حب الوطنيءَ جو هڪ عديم النظير مثال آهي: دنيا جي ڪنهن به شاعر جي حب الوطنيءَ جي موضوع تي خيالات جي پرواز، انهيءَ رفعت تي رسڻ کان قاصر رهي آهي، جنهن جون سيئي منزلون، پتائي گهوٽ رحه ماروئيءَ جي مُنهان، هن هڪ ئي بيت ۾ طئي ڪرايون آهن:

> "واجهائي وطن کي، آئون جي هت ميِاس،
> نه گهور منهنجي سومرا! ڪج پنهوارن پاس،
> منجهه ڏاڏاڻي ڏيهه ۾، ڏج منجهان ولهڙين واس،
> ميائي جياس، جي وڃي مڙهه مليرڏي."

مسڪين جي ٿر لاءِ محبت پڻ، انهيءَ اعليٰ ۽ ارفع دائري ۾ داخل ٿي چڪي آهي، جنهن ۾ ماروئيءَ جو بي چين روح، ورهين کان وني، ٿر جي پيانڪ پٽن ۾، پٽڪندو رهيو آهي. انهيءَ عفت ماب ۽ اعليٰ ڪردار مارئيءَ

جي روح کي اج بقيبن، تسڪين هوندي ته سندس حب الوطني جي مشن کي زنده جاويد رکڻ لاءِ. "مسڪين" جهڙو مجاهد سندس ئي ڏاڏاڻي ڏيهه ۾ پاڻ پتوڙي رهيو آهي.

اها هڪ حقيقت آهي، ته هر ٿريءَ کي ٿر لاءِ بي انتها محبت هوندي آهي. ٻين کي ته ٿر شايد "سج سماوات والعرض" نظر اچي، مگر "ليليٰ را بچشم مجنون بايد ديد" ٿري ويچارو، الاجي ڪيئن دل تي پٿر رکي، چارمهينا سياري جا بک مرندي، ٿر ڇڏي، لائي لاباري لاءِ "ڏاڍيءَ" تي اچيو چڙهي. )براج واري زمين سخت آهي، تنهن ڪري ٿري، ان اراضيءَ کي "ڏاڍي" چوندا آهن.) چار داڻا سولا ٿر ۾ئي ملي وڃنس ته جيڪر ڪڏهن ربل جو به منهن نه ڏسي. مينهن جي مند ۾ ته ٿري، سنگهرن ٻڌو سنڌ ۾ نه رهي. هوڏانهن ڪنوڻ ٿر پاسي کو اُڙيو ٿڙيو تجلو ڪيو ته هيڏانهن ٿريءَ جون جتيون هٿ ۾. وطن ورڻ جي آنڌ مانڌ جا دل تي سوين سپ پيا ليٽاڙا ڪندس. نه ڏسندو آڏي، نه مانجهي، نه تتي، نه ٿڌي. جتيءَ جا به نڪاءُ هٿي چندي ڪندو هٿ ۾، ۽ وني سڪ مان جو سراڙو ڪيندو ته ڦوڪارو اچي ڪائيندو ڪنهن ڦوڳ کي ڏسي پٽاري پٽ تي!

ڪنهن زماني ۾، عمرڪوٽ ۾، هڪ ٿري بورچي رکيم. هڪ آرهڙ جي رات پهريون دفعو ٿر ڏانهن وڄ ڏسڻ ۾ آئي. آڏيءَ رات جو اٿي ڏسان ته بورچي مون وارو ايو ڪلو ٽيو وينو آهي. منهن ملير ڏانهن اٿس، نظرون ڏاڪٽي آسمان ۾ ڪتل ۽ جهيٽي سر ۾ سارنگ پيو جهونگاري، ڳلن تان ڳوڙها پيو ڳاڙي ۽ رهي- رهي، ٿڌا شوڪارا پيو پري. مون کي ڏسندي ئي چيائين ته "سائين! سواري هُون جائيس پَرو ٿر" (يعني سائين! سياٽي آئون ٿر ويندس هليو). مون منع ڪئي مانس ته بيڙي ترئي، ائين نه ڪر: ڪو ٻئي بورچيءَ جو بلو ڪرڻ ڏي ۽ پنهنجو پگهار به پهرين تاريخ وٺ. پر صبح جو اٿڻ سان چا ڏسان ته "اج نه اوطاقن ۾، طالب تنوارين". مڙس ڪو آڏي ڏيئي ڪري نڪتو آهي الله تهار، ته ڪنهن ڏني سهٽي، ڪنهن ڏنو ميهار!

مسڪين جي، ٿر لاءِ محبت جي اها انتها آهي، جو هو، پنهنجي ههڙي بريت بيابان کي، روءِ زمين تي بهشت برين ڏسڻ چاهي ٿو. مسڪين جي تازي

اهاني ٿئي، ته ٿر سڄو جلد سرسبز ٿئي، جنهن ۾ شير ۽ شهد جون نديون نه سهي، ڪم از ڪم، پاڻيءَ جون نهرون ته ٻاروهي مهينا وهنديون رهن، پوءِ چاهي اهي رحمڪي واري رڻ جي رستي کان ڪوٽيون وڃن يا مهراڻي واري مڙهن (وڏين پٽن) کي ڪاٽي وهايون وڃن. اناج ايترو پيدا ٿئي، جو اٽاٽ جو الڪوئي نه رهي. ٿر ۾ ريل، بجلي، ٽيليفون ۽ هيلي ڪاپٽر سروس هڪدم چالو ڪئي وڃي. هر يونين ۾، اسپتال ۽ هاءِ اسڪول، ۽ هر تعلقي ۾، ڪاليج ۽ ڪارخانا هجن. هر ٽري، جيڪڏهن دائود، آدمجي نه ٿي سگهي، ته به ڪم از ڪم اهڙو سکيو ستابو ضرور ٿئي، جو سک ۽ چين جي مرليءَ تي، هميشه "منجڪ منجيو" ڳائيندو وتي. اهي آهن مسڪين جون خواهشون ۽ اهي آهن سندس سرڪار کان مطالبات. انهيءَ لاءِ مسڪين، در در دانهيندو وتندو آهي. ڪتاب ڇپرائي، اختياريءَ وارن ۽ اسيمبليءَ جي ميمبرن ۾ ورهائيندو. اخبارن ۾، انهيءَ بابت، وڏا وڏا ليک لکندو، حڪومت کي پنهنجيون تجويزون موڪليندو ته من ڪو ٿر جو وارو وري، پر ڏسڻ ۾ ائين پيو اچي، ته مسڪين جي خوابن واري ٿر ڏسڻ لاءِ، دوا کان وڌيڪ، دعا جي ضرورت آهي، مسڪين پاڻ، الله جو نيڪ بندو ۽ درويش شخص آهي، دعا ڪري ته ڪي ٿر ۾ پيٽرول جا کوهه نڪري پون ته پوءِ، ٿر جا وارا نيارا ٿي پون.

هونءَ ته مسڪين وقت به وقت ٿرين جي مطالبن ۽ ٿر جي سڌاري لاءِ وڏا وڏا ليک لکندو ئي رهندو آهي، پر شل نه ڪنهن ورهيه، ٿر ۾ ڏڪار منهن ڪڍي! پوءِ ته سائين! ڦاٽا هڪڙا اخبارن وارا ۽ ٻيا اختياري وارا! ڏانهن مٿان دانهن: ليک تي ليک ته.... هيترو چوپايو مال بک وگهي تڙپي تڙپي، مري ويو... هيترا انسان، وٽن جا چوڏا ۽ گاهه کائي، پيٽ ايامي، الله جا پيارا ٿي ويا... سڄي ٿر مان بجنسي، رت جي بوءِ پئي اچي.... سستي اناج جا دڪان هڪدم کولايا وڃن.... کوه بند ترايون کوٽائي، هڪدم ٿرين کي روزگار مهيا ڪيو وڃي.... لاهيارن تان، ٿر ڏانهن لاڏي لاباري جو ان ڪٽي وڃن جون بندشون لاٽيون وڃن وغيره وغيره. شابس اهي ويچارن اخبار وارن کي. جيڪي مسڪين جي بي لوث خدمت جو جذبو ۽ اخلاق ڏسي. سندس

اهڙا ڊگها ليک، اخبارن ۾، شايع ڪندا رهن ٿا ۽ ڪڏهن ڪڏهن، انهن ليکن جي مدنظر، پنهنجي طرفان، ايڊيٽوريل پڻ لکندا رهن ٿا.

مسڪين جا اصلي لکل جوهر ته ڏکار جي ڏينهن ۾ نکري نروار ٿيندا آهن! ڏڪار، تر ۾ ڏيکاري ڏني، ته مسڪين به اچي ميرپورخاص ۾ منهن ڪڍيو! بلڪل مرحوم مولانا محمد علي جوهر واري جذبي سان، جنهن انگلينڊ ۾ وڃي اعلان ڪيو هو، ته جيستائين انڊيا کي آزادي نه ملي آهي، تيستائين هو، غلام ملڪ ۾ واپس وڃڻ پسند نه ڪندو ۽ انگلينڊ ۾ ئي مرڻ کي ترجيح ڏيندو. مسڪين به پنهنجو پهريون بنيادي هيڊ ڪوارٽر (Base Head quarter)، ميرپورخاص کي بنائيندو آهي، جتان سندس مختلف مهمون شروع ٿي وينديون آهن. ڪجهه عرصو ٿيندو، ته ٿر ۾ به سال لاڳيتو، ڏڪار پيو ۽ اهي ٻئي سال، مسڪين، ميرپورخاص ۾، منهنجو ئي مهمان ٿي رهيو.

ميرپورخاص ۾ اچي، مسڪين، پنهنجا ڪيترائي کاتا کوليندوآهي. آفيس ته مسڪين جي، هميشه سندس کيسي ۾ ئي هوندي آهي، جنهن ۾ سڄي سنڌ جون اخبارون، ڏڪار بابت مليل اطلاعن جا اختصار (Brief)، اڇا پنا ليک لکڻ لاءِ ۽ هٿ ۾ مس ڪيڙي هوندي اٿس. مسڪين، پنهنجا سمورا ڊپارٽمينٽ، بذات خود، بلاشرڪت غيري، پنهنجو پاڻ هلائيندو آهي، جنهن لاءِ کيس، نه ڪنهن سيڪريٽريءَ جي ضرورت پوندي آهي ۽ نه ڪنهن ڪلارڪ جي. في الحال، فوري عمل طور (Adhoc basis) تي، هيٺيان ٽي ڊپارٽمينٽ کوليندو آهي:

انفرميشن ڊپارٽمينٽ،

پريس ڊپارٽمينٽ ۽

سوشل ويلفيئر ڊپارٽمينٽ.

پنهنجي انفرميشن ڊپارٽمينٽ لاءِ، تازه ترين اطلاعات حاصل ڪرڻ لاءِ مسڪين خود، بنفس نفيس، هر شام جو، ريلوي اسٽيشن جو ٿرڊ ڪلاس ٽڪيٽ بابوءَ وانگر، يا ايڪسائيز پوليس وارن وانگر جهلي، سهڻي ۽ هر ڪنهن ڪلهي تي رکيل همراهه سان، وڃي بڪوبڪ بيهڻ ۽ حوس

خير عافيت پڇڻ ڪانپوءِ، ڪيس، پنهنجي ڪڙي "پوليسي پڇا" (interrogation) هيٺ آڻيندو ۽ ڪجهه هن نموني جا سوال پڇندو:

"هيڏانهن!... " (هي لفظ، تخاطب لاءِ، پنهنجي والد مرحوم وانگر، تکيه ڪلام طور، ڪم آڻيندو آهي.)

"وات ني ڪيترا لڏا ڏنئي ۽ ڪٿي ڪٿي؟"

"پيادا هئا يا وهٽن تي؟"

"وچ ۾ مال مئل به ڏٺو هوندءِ؟ ڪٿي ۽ ڪيترو؟"

"پلا، خدا توکي نيڪي ڏئي.... ڪنهن ماڻهوءَ جي رستي ۾، بک وگهي مرڻ جو نه "لڏن وارن" ڪونه ٻڌايو؟"

"تو پلا ڳوٺ ڪڏهن ڇڏيو؟

"انهيءَ وچ ۾، ٿر تي، ڪي ڇندو ڦُڙيون وٺيون يا......؟!

"نه!؟ ...... بلڪل نه؟!! بلي......!(ٿڏو شوڪارو ڀري) هن سال به ڪارو قحط....!! منهنجو مولا، ڪو مسڪين ٿرين تي، پنهنجو رحم ڪري!"

"پلا فلاڻا خان! اهو نه ٻڌائجانءِ نه سرڪاري سستي اناج جا دڪان، ڪٿي ڪٿي کليا آهن؟"

"اناج جي ورهاست سولي پئي ٿئي يا واپاري ۽ ڪامورا، رڳو پنهنجي پُورت پيا ڪن؟"

"ماڻهو، ڏيٺ ڪيترو ٿا ڏين؟

ڪي ڇتانگ؟! انهن ڇتانگن مان، غريبن جو چاندوئي ڪونه ٿيندو هوندو. اهي الاجي، ڪهڙيءَ ذات هيٺ پيا هوندن؟!"

"بي خبر ڏي.... ڪنهن "سيم" (ڳوٺن جي پسگردائيءَ واري زمين) مرگاهه پنو ڏٺئي يا مال پتارو، رڳو اچي واري پيو چٽي؟"

"پانتين ٿو...... نه اجا ڪيترن ڏينهن جو گاهه ٿيندو؟"

وغيره وغيره.

اهڙيءَ طرح حاصل ڪيل اطلاعن کي مدنظر رکي، مسڪين جو "پريس ڊپارٽمينٽ"، رات جو، پنجاهه جي اسپيڊ سان جنبش ۾ ايندو آهي، جنهن ۾ اخبارن وارن جي اورچائيءَ جو امتحان وٺن لاءِ، شيطان جي آندي ڪان به

ڏگھا، وڏا وڏا ليک لکيا ويندا آهن جيڪي ٽن ٽن قسطن ۾ شايع ڪري، اخبار وارا ويچارا، پنهنجي جند آزاد ڪرائيندا آهن. مجال آهي، جو ليک شايع ٿيڻ ۾، ڪا ٿوري به دير ٿئي!..... مسڪين، ٻئي ڏينهن "گيڏيءَ" سميت، پريس جي در تي! سنت فتح سنگھه واري ٻڪ هڙتال ۽ ڏرٽو! پلا مسڪين کان، ڪير ڪنڌ ڪڍائي؟! ڪي ڪاٽ ڪوٽ ڪري ۽ ڪي وري سربستا ليک سندس شايع ڪري ڇڏين.

علي الفجر، صبح صادق ٿيڻ سان ئي، مسڪين جو خدمت عامہ (سوشل ويلفيئر) ڪاتو، پنهنجو ڪم شروع ڪري ڇڏيندو آهي. "سوشل ورڪ" جي شروعات به روزانو، ريلوي اسٽيشن کان ئي ٿيندي آهي. جيئن ئي مسڪين، اسٽيشن روڊ تان ٽلندو ٽهلندو، هيڏ آفيس ڏانهن هلندو ويندو آهي، ته سندس انتظار ۾ ويٺل رستي جي ٻنهي پاسن وارين هوٽلن تان، ٽرين جا هشامن جا هشام، مقناطيس وانگر، مسڪين ڏانهن ڇڪجي، سندس پويان پويان، هلڻ شروع ڪندا آهن ۽ اهو جم غفير، ڪليڪٽريءَ پهچڻ تائين، هڪ وڏي جلوس جي صورت اختيار ڪري وٺندو آهي، جنهن جلوس ۾، مسڪين جي پيدل سواري، پيش پيش هوندي آهي.

ڪليڪٽريءَ ۾ پهچي، مسڪين، ٽرين جون مفت درخواستون لکي، ڪين اناج جون پرمٽون ڪڍائي ڏيندو. جن ڳوٺن ۾، اجا سرڪاري دڪان نه کليا هوندا، انهن لاءِ، اختياريءَ وارن کي ڏسندو. ڪامورن ۽ سرمائيدارن جي ستايل ٽرين جي پڪارن جي، پيروي ڪرائيندو. ڪليڪٽريءَ مان ڪم لاهي، باقي ڏٽن مٽن، بڪيءَ نوڪ ٽرين جو ميڙ وٺي، انجنيئرن جي آفيسن جا طواف شروع ڪندو ته من، ڪنهن کي ڪا مقدمي، تبديلي يا بيلداري ملي وڃي! اتان فارغ ٿي، لٽ ڪٽي، لوڪا بورڊ سان وڃي به به هٿ ڪندو ته ٽر ۾ ترايون، بند ۽ ڪوه ڪوٽائي، ٽرين لاءِ روزگار پيدا ڪري ڏيو ۽ انهيءَ دوران، شل نه ڪو وزير يا وڏو آفيسر، ضلع ۾ پير رکي! پوءِ چاهي، هجي کهڙي به ڪاتي جو، پر مسڪين، پنهنجي پوريءَ جماعت سان اتي حاضر! هڪ ڏگهي، سنڌيءَ ۾ لکيل عرضداشت، ڏڪار جا ڏاڪڙا دور ڪرڻ لاءِ، ان کي پيش ڪندو: چاهي ان تي ڪو غور ڪري يا نه ڪري: مگر مسڪين، پنهنجي

طرفان، "واڪا ڪرڻ وس، ٻڌڻ ڪم ٻروچ جو" گهٽوئي ڪندو. ٻروچ تہ پاڻ بہ آهي: پر "ٻڌڻ" وس ڪونہ اٿس: تنهن ڪري واڪائي ڪندو رهندو آهي. آچر ڏينهن، افيسون هونديون آهن بند: تنهن ڪري اخبارن جي ايڊيٽرن ۽ مقامي ليڊرن سان، ٿر جا "آنکهون ديکها حال" وجي اوربندو ۽ حڪومت کان، سندس ٿر لاءِ مطالبا منظور ڪرائڻ لاءِ، ڪين متفق ڪندو. ايڏين مصروفيتن مان، ڪي منٽ، جيڪڏهن ملي ويس تہ نَڪ، ميڊيڪل اسٽورن تي. ابا! ڏيو ٿرين لاءِ دوائون مفت. شابس آهي، ننگرپارڪر وارن ميمڻ ميڊيڪل اسٽور وارن ۽ ڪن مخير ڊاڪٽرن کي، جيڪي سوين رپين جون پيٽنٽ دوائون،مسڪين کي مفت ڏيندا آهن ۽ پنهنجو قيمتي وقت وجائي، انهن دوائن جي استعمال جا طريقا پڻ، مسڪين کي لکائيندا آهن، چاڪاڻ جو مسڪين، رڳو سنڌي ست درجا پڙهيل آهي، انهن ماڻهن کي مسڪين جي امانت ۾، اهو تہ يقين واثق آهي، تہ سندن ڏنل خيرات، "حق بحقدار رسيد" ضرور ٿيندي.

مسڪين جي امانت داريءَ جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي! هڪ سياري جي رات، پريءَ ننڊ ۾ستو پيو هوس، تہ آڌيءَ رات جو، گهر جو ٻاهريون دروازو ڪڙڪيو. وجي ڏٺم تہ مسڪين! چيائين تہ "سپاٽي، ڳوٺ وڃان ٿو، سو موڪلائڻ آيو آهيان." دل ۾ چيم تہ "ٻيلي! تو ڪئي تہ ٻنه زورآوري! ناحق ننڊ مان اٿاري، مون کي، سرديءَ جي سڙهہ تي ڪٽي چاڙهيو اٿيئي!" پر منهن تي، خوامر خواهہ جي مرڪ آڻي، پڇيومانس "ٻيو حڪم"" چيائين "ٻيو سڀ خير!" موڪلائي، وري اچي گرم بستري ۾ پيس، پر ننڊ هڪ دفعو جا ڦٽي، سا نڌڪي،ڪٿي ٿي ٻيهر سولائيءَ سان اچي! پاسا ورائيندي، اجا اک مس لڳي هيم، تہ وري، در تي"دبيڙ، دبيڙ!" جل تون، جلال تون! هيءُ وري ٻيو ڪهڙو مسڪين؟! وجي ڏسان، تہ ساڳيو سڄڻ سامهون! پڇيومانس"مسڪين! توسان وري خير؟" چيائين تہ "هڪ امانت، اوهان لاءِ ملي هيم. آئون، صبح جو وڃان هليو ها، تہ امانت، مون وٽ رهجي وڃي ها. الله جو ڏوهاري ٿيان ها." مون، هٿ ڊگهيڙي چيومانس تہ "مون کي ڏي امانت!" مشڪي چيائين سانوڻ خان، اوهان لاءِ سلام ڏنا

هئا، سي اوهان کي ڏيان ٿو. حاجي صاحب، مون کي، خدا ڪارڻ جو واسطو وڌو هو." هاڻي پلا، حساب لڳايو، مسڪين جي امانت داريءَ جو!!

ڏڪار وارو سمورو وقت، مسڪين جي زبان تي، تڪيہ ڪلاميءَ طور "ڏڪار جا راڳ"، "مسڪين ٿريا" ۽ "ليڪ" جا لفظ، گهڻو ڪري ٻڌڻ ۾ ايندا آهن ۽ اهي، ايتري قدر تہ سندس دل ودماغ تي مسلط رهندا آهن، جو انهن جي ٽڪنديءَ چڪر مان متي اپري، مسڪين، نہ ڪا ٻي ڳالهہ سوچيندو آهي، نہ ڪنهن جي ٻڌندو.

مولانا زنگي ريگستاني چيلهويءَ جو، انهيءَ تي هڪ مثال ياد آيو اٿم، جنهن بزرگ جون مرغوب شيون، رڳو "شيرو ۽ پٽ" هيون. ڪنهن سگهڙ، بلڪل سچ چيو آهي تہ:

"گــــهــــوڙا ۽ پَٽ، مُــــلان ۽ پيت،
هو ڪـــيـــا تہ رســيـــا، هو نيـــا تہ چَٽ."

پيت تہ خير، ملان بنا ڏاڪار جي، هضم ڪري ڇڏيندا آهن: باقي "شيرو"، اهڙي شي آهي، جو ڪيڏيءَ مهل، تڪليف ڏيو وجهين. ٻڌو اٿئون تہ جيڪڏهن، شيرو ڏمڪيون ڏئي، ڏني، لڪيءَ تائين ڪائين، تہ پيٽ، نڪاءُ ڏيو ڦاٽيو پوين. دروغ برگردن راوي! سو مولانا زنگيءَ سان، هڪ ڏينهن ملاقات ٿي. خبرون چارون چا هيون، رڳو شيرو ۽ پٽ! آخر، انهيءَ تذڪري مان جان ڇڏائڻ لاءِ، ٿورو رکي پڇيومانس، "مولانا! چانهہ پيئندو؟" رڙ ڪري، مولانا، مون کان پڇيو "شيرو؟!" مون لاحول ولا پڙهي ڪٿي مات ڪئي. ساڳيو حال، مسڪين جو بہ، ايام قحط ۾ هوندو آهي. گهر ۾ پڇيس "مسڪين! ماني ڪاڏي اٿو؟" پاڻ ورائي پڇندو "ليک؟!" دراصل، اخبارن ۾ ڇاپيل پنهنجا ليک ڏسي، مسڪين کي، ڏاڍي خوشي ٿيندي آهي! خوشي چو نہ ٿئي، جڏهن اها بہ سندس خدمت جي هڪ مستقل نشاني آهي!

مسڪين جي مٿين مشغولين کي مدنظر رکي، منصف مزاجيءَ سان ٻڌايو تہ مسڪين کي، ڪهڙو وقت ٿو ملي، جو هو، دنيا جي ٻين ڪتراڳن جو

خيال رکي، يا خود پنهنجي وجود مسعود جي پرواهه ڪري؟ ڪپڙن متائڻ جو ته سوال ئي ڪونه ٿو اٿي، پر وهنجڻ کي به، خدا نٿو پلائي، ته ورهيه نه، نه ته کي مهينا ته ضرور لڳيو وڃن! اسان جي گهر جون وڏيون، مسڪين کي بار بار چون ته "ابا! گهر ۾ پاڻي گهڻو ئي آهي، تون تڙ ڪر ۽ ڪپڙا به لاهي ڏي، ته توکي ڌوئي ڏيون." پر مسڪين جو، ڪين اهو ئي هڪ ڪتو جواب ته "پُوا! آئون ڪپڙن ڌئارڻ ۽ تڙ ڪرڻ لاءِ ويهي رهان. ته منهنجا مسڪين ٿريا، ته ميرپور ۾ رلي ويندا." خدمت خلق جي، انهيءَ جذبي تحت، گندو ميرو رهڻ تان، تمام دنيا جون طهارتون ۽ پاڪايون قربان! جيتوڻيڪ صفائي، ايمان جي نشاني آهي ۽ هر خوش پش جي، دنيا ۾ عزت هوندي آهي، مگر اسان کي ڪهڙي خبر، ته هن يار وٽ، تن جي صفائيءَ کان، من جي اجلائي، وڌيڪ مقبول آهي!

حضرت ابو هريره رضي کان حديث شريف روايت آهي ته "حضور اڪرم صلعم جن فرمايو، ته ڪيترائي اهڙا ماڻهو آهن، جن جا مٿي جا وار، پريشان، ۽ گرد وغبار ۾ اٽيا پيا هوندا آهن ۽ جن کي ڌڪاريو ويندو آهي. اهي ماڻهو، جيڪڏهن ڪنهن ڳالهه تي، الله تعاليٰ جو قسم کائي ونن، ته الله تعاليٰ، اهو پورو ڪري ئي ڇڏيندو آهي."

منهنجي ناقص عقل موجب، مسڪين به، انهن الله جي مقبول بندن مان هڪ آهي. جن به ڪيس ڏٺو هوندو، انهن ڪيس، "اصحابيءَ" کان اورتي ڪونه سمجهيو هوندو. مسڪين، جيڪڏهن پاڻ کي، فنا في الله نه ڪيو هوندو ته به فنافي الغربا ومساڪين ضرور ڪيو آهي. الله تعاليٰ جي مخلوق جي خدمت جو آخر، ڪيس ڪجهه نه ڪجهه صلو ته ضرور ملندو. پوءِ هتي نه، ته اڳتي! الله تعاليٰ وڏو غفور رحيم آهي.

مسڪين جي وڏي ۾ وڏي دلپسند مشغولي (Hobby) آهي "اخبارون گڏ ڪرڻ" ، چاهي انهن ۾، سندس ليک هجن يا نه هجن! تنهن ڪري مسڪين، بذاتِ خود، هڪ "موبائيل لائبريري" ، يعني "متحرڪ ڪتبخانو" بڻيو ڦرندو آهي. ڪنهن زماني ۾، هڪڙو "دينو مستري" ، ميرپورخاص ۾ هوندو هو. انهيءَ جي وري اها عادت هئي، ته هڪ ڦيٿي

واريءَ لٽ ڪي، اڳيان، ترالي، وانگر ڪري. هلائيندو هلندو هو. ان لٽ جي هيٺين چيزي تي، هڪ ننڍڙو، باراتيءَ سائيڪل وارو آئينو ۽ ڪاغذي گل ڦل، اٽڪايل هوندا هئا. جيڏانهن به ويندو هو، ان قيمتي واريءَ لٽ کي، پنهنجي اڳيان، بارن وانگر، هلائيندو هارن سان، "پون پون" ڪندو ويندو هو. اسان، اسڪولي شاگردن کي، دينوءَ جي اها "موٽر لٽ"، ڦرڻ ۾ ڏاڍو مزو ايندو هو. دينوءَ کان لٽ ڦُري، ته دينو، ڪنن تي هٿ ڏئي، اتيئي ويهي رهندو ۽ پوءِ گارين جا ڍيڙها! سو مسڪين به، اخبارن جو پلندو، ڪڇ ۾ رکي هلڻ کان سواءِ، هڪ وک به اڳتي نه وڌي سگهي.

هڪ دفعي، هڪ چڱي ماڻهوءَ وٽ، ڪچهريءَ لاءِ وياسين ٿي. مسڪين اتي، وچي پنهنجي اخبارن جو پلندو، ڪڇ ۾ وڌو. چيومانس، "خدا جا بندا! انهيءَ پلندي جي اتي ڪهڙي ضرورت؟" کلي چيائين ته چڱو پلا، به تي اخبارون نه ڪڍڻ ڏيو! اخبارون ويڙهي، ڪڇ ۾ ڪڍڻ کان سواءِ، مون کي هلڻ ۾ مزو ڪونه ٿو اچي. عادت جا ٿي وئي اٿم...!" مسڪين جون اخبارون، ٽن قسمن جون ٿيپون ڪاٽينديون آهن. ڪجھ ڏينهن، ته سندس ڪڇ ۾ قيد هونديون آهن. گهٽيون ٿينديون آهن، ته وچي، سندس پنارڪ ۾ پونديون آهن، ۽ جڏهن اهو بار به ڳرو ٿيو پوي، ته وچي ڳوٺين جي حوالي ٿينديون آهن. جيتوڻيڪ وري، ڪڏهن به اهي پڙهيون نه وينديون آهن، پر محفوظ، بلڪ لوح محفوظ، ضرور رهنديون آهن! پوءِ اهي ڳوٺيون، ميرپورخاص کان ٿرپارڪر، لاريءَ تي، ۽ اتان سندس ڳوٺ، اٺن تي، روانيون ٿينديون آهن. لارين وارا چڱا مڙس، سيٺ سنيومل ڪرمچند ۽ ٻيا، نه رڳو مسڪين کي بنا ڀاڙي چاڙهين، پر سندس اخبارن جون ڳوٺيون پڻ، بنا ڀاڙي، صحيح سلامت با امانت، ننگرپارڪر پهچايو ڏين. اهڙيون سوين ڳوٺيون اخبارن جون، مسڪين جي ڳوٺ پهتل آهن، جيڪي سرڪاري (A) رڪارڊ وانگر، اتي محفوظ رکيل آهن. ڪنهن کي، ڪا به پراڻي گهربل اخبار، ڪٿان به نه ملي، ته اهو هڪدم، مسڪين سان رابطو قائم ڪري. ڪندو خدا، ته اها مسڪين جي ڪنهن نه ڪنهن ڳوڻ مان نڪري پوندي! هيءَ حقيقت، "سنڌ جي سياست" تي طبع آزمائي ڪندڙ حضرات لاءِ، وڌيڪ توجهه طلب آهي.

مسڪين، ان لاءِ، ڪوبہ معاوضو ڪونہ وٺندو. ڪنهن زماني ۾، مسٽر غلام محمد لغاري، ايڊيٽر "سچائي" اخبار تي، ڪيس ٿي پيو. ڪورٽ ۾، بچاءَ لاءِ، بہ سال اڳ جا، ڪي "سچائي" اخبار جا پرچا گهربل هئا. "سچائيءَ" جي پوري آفيس، ڪوٺاڙي بيهي رهيا، سجي ٿرپارڪر ضلع جي لائبررين جون جهڙتيون ورتائون، پر پرچا بہ پنهنجي نالي سان هئا، نہ ملڻو هون، نہ مليا. آخر، مڙسن ڪي، مسڪين، خيال ۾ اچي ويو. مسڪين ڪي، رڳو چوڻ جي دير هئي! اخبار جا اهي پرچا، بنا دير جي، آڻي اڳيان رکيائين. مسڪين وٽ، هاڻي، اينتريون تہ اخبارون گڏ ٿي ويون آهن، جو اڄ بہ جيڪڏهن، سستي اگهہ، رديءَ ۾ ڪري کپائجن، تہ بہ ٻارهن مهينن جو قوت ٻاهر! مگر مسڪين جي حياتيءَ ۾ تہ ڪو انهن ڪي، هٿ لائي ڪونہ ٿو سگهي، باقي مسڪين جا سئو سال پورا ٿيڻ پڇاڻان، اخبارن جا ڀاڳ اخبارن سان!

مسڪين ڪي، سنڌس هڪ قدر شناس دوست، غلام محمد خان لغاري، "ٿر جو گانڌي" سڏيندو آهي. ڪم، مسڪين جا بہ ساڳيا، "گانڌيءَ" وارا ئي آهن، بلڪہ انهيءَ ڪان بہ، بہ چار وکون اڳتي! سياست ۾ نہ سهي، پر غريبن جي خدمت ۾ تہ مسڪين، گانڌيءَ کي بہ ڪوهن تي ماري! گانڌي، پنهنجي غريب نوازي ڏيکارڻ لاءِ، وڏ ۾ وڏ، دهليءَ ۾ اچي، "ڀنگي ڪالونيءَ" ۾ رهندو هو، مگر مسڪين، تہ اڻ ئي پهر الله جا، ڪولهين جي وانڍين (واهڻن) ۾! ماني" البتہ، پنهنجي پاڻ پچائي کائيندو، پر هوندو هميشہ هن سان ٻڌ! گانڌيءَ، پنهنجي پوين لاءِ، ڪا پراپرٽي ڇڏي هوندي، مگر مسڪين، پنهنجي پويان، شايد ٻُتي ٻڪري بہ نہ ڇڏي! پنهنجو الهو تلهو تہ اڳ مر ئي، انهيءَ خاڪشوريءَ ۾، ختم ڪري چڪو آهي. هاڻي، عمر بہ، پنجاهہ ڪان اڪري چڪي اٿس. هن ڪان پوءِ، ڪهڙا محل ماڙيون اڏيندو؟ گانڌيءَ، جيڪڏهن جيلن جون سختيون سٺيون، تہ مسڪين بہ، انهن ڪان منهن موڙي، ويهي ڪونہ رهيو! اهو در، هو بہ پيٽي آيو آهي. "اصلي تي وڏا گانڌي!" سياسي ليڊر، چاهي ڪيڏي ئي پايي جو چو نہ ڪٿي هجي، مگر سنڌس "اڇوتن" کي "ڇوت" بنائڻ واري مشن، هميشه سياسي مقاصد تي مبني رهي! مگر هوڏانهن مسڪين، جيڪا "اڇوتن" جي خدمت ڪري رهيو

آهي، سا بلڪل بي لوثء خالص خدمت جي نيڪ جذبي تحت، جنهن ۾ بي ڪنهن بہ لالچ، طمع يا مقصد جي ملاوت ڪانهي! ايتري قدر، جو ڪي حاسد، مسڪين کي، "پبلڪ ورڪر" جي بدران، "ڪولهي ورڪر" ڪوٺيندا آهن. انهي ۾ شڪ ڪونهي، تہ مسڪين جي خدمت مان، "ڪولهي"، گهڻو مستفيض ٿيندا آهن، سو انهيءَ ڪري، جو مسڪين جي مهم جو ميدان (Field of Operation)، "پارڪر" خطو آهي، جنهن ۾، اسي سيڪڙو ڪولهي آباد آهن. ڪولهين ۾، مسڪين جي مقبوليت جو اهو عالم آهي، جو ڪيس، "مهاڏيو" جهڙو، پنهنجو "اوتار" ڪري سمجهن ٿا. "مينگهواڙن" جو تہ اهو عقيدو آهي تہ مسڪين، "پير پٿوري" جو نئون جنم وٺي، هن دنيا ۾ وارد ٿيو آهي، ۽ "ڀيلن" وٽ تہ مسڪين، "ڀابوجي" ثانيءَ جو درجو رکي ٿو. ڪي "اڇوت"، اهڙا بہ آهن، جيڪي مسڪين کي، ڪمال عقيدتمنديءَ وچان چوندا آهن تہ "مشڪين! تمي آمان راپگوان شو"! مگر مسڪين، ڪين اهڙيون ڪفر جون ڳالهيون ڪرڻ تي، سختيءَ سان ننديندو آهي. ممڪن آهي تہ مسلمان، مسڪين جي خدمتن کي وساري بہ وڃن، پر "اڇوت"، اهڙا احسان فراموش ڪڏهن ڪونہ ٿيندا ۽ اهو بعيد از قياس ڪونهي، تہ مسڪين جو هن دنيا مان جامو مٽائڻ تي، "پارڪر" جا "اڇوت"، مٿس ڪو شاندار قبو نہ ڪٽي اڏي سگهن، پر هڪ ناهوڪي "ڏيوري" ضرور نهرائيندا، جنهن تي هر سال، هيرڻ جو فصل ڪٽي، وڏو شاندار ميلو لڳائيندا ۽ زالين مڙسين حاضريون ڏئي، مجتائون مجي، "ڏاڪون" وڄائي، جهمريون پائي ۽ "راسوڙا" ڳائي، مسڪين جي "آتما" کان "آسيس" وٺندا رهندا!

خدا شاهد آهي تہ مسڪين، ڪولهين تي ڪک بہ نہ سهي! مجال آهي جو ڪنهن ڪولهيءَ سان، ڪو ڦڏو فساد يا ظلم زيادتي ڪري! چاهي کهڙي ئي خان خانان جو پٽ ڪٽي هجي يا خود مسڪين جو سڳو ڀاءُ چو نہ هجي، ايستائين مسڪين، ان جو پيڇو ڪونہ ڇڏيندو، جيستائين ان فعل جي، اُن کان سزا نہ ڀوڳرائي يا اهو توبهہ تائب ٿي، ڪولهيءَ سان پورو وهنوار نہ ڪري! ڪوبہ لڳ لاڳاپو، ڪابہ مٽي مائٽي، ڪنهن بہ اقتدار جو عتاب،

مسڪين کي، پنهنجي مصمم ارادي جي عمل کان، انچ به هٽائي نه ٿو سگهي! مسڪين جا ڪيترائي قريبي مائٽ، ٽر ۾، پوليس ۾ ملازم آهن. ڪي سڳا سوٽ، ڪي ماسات، پر انهن مان جنهن به، ڪنهن "ڪاري چمڙيءَ" کي کهڪايو، ان کي مسڪين معاف نه ڪيو! ڪاهي، ڪيس ڪورٽ تائين نه پهچايو هوندو، پوءِ ڪٽيس پاڳ! مسڪين جي اعليٰ ڪردار جو، هيءُ هڪ ادنيٰ مثال آهي، نه غريبن جي مقابلي ۾، هن پنهنجي پيءُ کي به نه بخشيو! ٿيو هيئن، جو گذريل مارشل لا جي دوران، مسڪين جي پيءُ غلام حيدر کي، جا ڪُتي ٿي ڪٽي، سو پوليسي وردي پائي، پاڻ کي ملٽري آفيسر سڏائي، پيادو ڪولهين جي "وانديين" (واهڻن) ۾ وجي، انهن کان پئسا وٺي، سرڪاري زمينون ڪين وڪرو ڪندو وتيو ۽ زمين جا پروانا، وري ڪستم ٿاٽي تان چورايل فارمن تي، ابتيون سبتيون ليکون پائي، جاري ڪندو رهيو. ڪولهي، معمولي معاملي متعلق به، مسڪين سان مشورو ضرور ڪن! سو ۱۵-۲۰ ڪولهي، انهن پروانن سميت، مسڪين وٽ پهتا. مسڪين کي پروانا ڏسي پڪ ٿي، نه غريبن سان ڪو غضب ڪري ويو آهي! ان آفيسر جا پار پتا پڇڻ تي، شڪ ضرور پيس، نه اهي ڪم، سندس ڳوٺ جي واندن ماڻهن جا! پر پڪو پهه ڪيائين، نه ڪير به هجي، ان کي پنهنجي ڪيفر ڪردار تي ضرور پهچائيو! ڪولهي وٺي، پوليس ٿاٽي تي پهتو. صوبيدار، فرياد وٺڻ ۾، ٽال متول ڪئي. ننگر پارڪر مان، جُتي هٿ ۾ ڪري، جملي جماعت سان، "منيءَ" پهتو، جتان ڊي ايس پي کان لڪائي، جڏهن واپس وريو، نه خبر پيس نه اهو جوان، سندس پيءُ غلام حيدر! ماڻهن، گهٽيون ئي ميڙون منٿون ڪيون، سمجهايائونس نه پيءُ، وري به پيءُ آهي! ذاريان، نيٺ ذاريان! فرياد داخل نه ڪراءِ، پر مسڪين، ڪٿي ٿو ڪنهن جي مڃي؟ فرياد داخل پاڻ ويهي ڪرايائين! جانچ ٿي، پوليس، پاڻس کي ٻڌي، ڪٽي چالان ڪيو. گهڻو ڪري، هر شنوائيءَ تي، ڪولهين سان گڏ ڪورٽ ۾، پاڻ، ڪيس جي سربراهيءَ لاءِ ويندو هو. ڇڏائڻ نه بجاءِ خود، مسڪين، پنهنجي پيءُ جي "حاضري ضامن" لاءِ به ڪڏهن هامي نه ڀري! آخر، ڪيس هلي هلي، جڏهن پاڻس کي سزا ملي، تڏهن وڃي مسڪين کي، پيٽ ۾ ساهه

پيو!

بي مروت سرمايہ دار ۽ رشوتي ڪامورا، مسڪين کان ذرا خائف رهندا آهن، پر مسڪين جي، ڪنهن سان بہ شخصي مخالفت يا ذاتي دشمني، ڪڏهن بہ نہ رهي آهي. اڄ بہ مسڪين لاءِ، ڪو ائين اتي ڪونہ چوندو آهي، تہ مسڪين، ڪيس پنهنجي ذاتي وير وچان يا پنهنجي پيءُ ڏاڏي جي دشمنيءَ پاڙڻ خاطر، ڪو رنجايو! مسڪين کي، تہ پنهنجو ذاتي وجود ئي ڪونهي! ان کي "انالله" ٿئي، کي ٽيهہ سال کن ٿيندا . هن وقت، جيڪي ڪجهہ ، مسڪين جي صورت ۾، چرندڙ ڦرندڙ جسم نظر اچي ٿو، سو تہ فقط غريبن لاءِ وقف ٿيل آهي! پوءِ اهو "بوتو" ، ڇو ڪنهن سان بغض يا عناد رکي؟! مسڪين جي مخالفت، صرف غريبن سان ٿيل ظلم ۽ زيادتين جي ڪري هوندي، باقي شخصي شڪايتنجو، تہ مسڪين وٽ، سوال ئي ڪونہ ٿو اٿي! حتيٰ ڪ، جن بہ پنج سئو کن نيڪ بختن، جن ۾ ڪيترائي سرڪاري ڪامورا ۽ نڪر زميندار هئا ، مسڪين خلاف، "غندا ائڪٽ" جي ڪارروائيءَ لاءِ بيان ڏنا ۽ جنهن ڪري، مسڪين کي، بہ سال سخت پورهئي سان سزا ملي، تن لاءِ بہ، هاءِ ڪورٽ مان، اپيل ۾ آزاد ٿيڻ شرط ئي، ننگرپارڪر جي پربي جلسي ۾ (جنهن ۾ پهريون دفعو، ٿر جي هستريءَ ۾، لائوڊ سپيڪر استعمال ڪيو ويو هو)، اعلان ڪيائين تہ:

"مون کي معلوم آهي تہ ماڻهن، منهنجي مخالفت ۾، ڪئين بيان ڏنا ؟ منهنجو، نہ ڪنهن سان اڳ ۾ ڪو وير هو ۽ نہ آئينده بہ رهندو. مون تي، جيڪا بہ سختي آئي آهي، ممڪن آهي، منهنجي ئي اعمالن جي شامت هجي! ماڻهن جو، انهيءَ ۾، ڪو ڏوهہ ڪونهي. آئون، وڏي واڪي، ۽ دل جي پوري صفائيءَ سان چوان ٿو، تہ مون، انهن کي، اڄ بہ معاف ڪيو، سياڻي بہ معاف ڪيو! اهي سڀ، منهنجا ڀاءُ آهن."

الله الله! هن فسادي ۽ فتنہ پرور دنيا ۾، اڄ بہ اهڙا عالي ظرف ۽ بي نفس انسان موجود آهن!!

مسڪين، نہ تہ ڪو سياسي ماڻهو آهي ۽ نہ ڪنهن سياسي جماعت جو، ٻن آنن وارو ميمبر! دراصل، مسڪين پاڻ، هڪ "پارٽي" آهي، بلڪ

هڪ "ادارو" آهي. دل جو لاڙو، البت، "هاري پارٽيءَ" ڏانهن گهڻو اٿس، ڇاڪاڻ جو اها، غريبن جي حمايت جي هام هڻي ٿي ۽ مسڪين ته اڳ ۾ ئي، غريبن لاءِ وڪاڻو وتي! جماعت اسلاميءَ لاءِ به، چڱي عزت اٿس، ڇاڪاڻ جو مسڪين، نيڪ قسم جو مذهبي ماڻهو آهي ۽ پنج وقت نماز ۽ روزي جو، سختيءَ سان پابند آهي ۽ شايد اهو ئي سبب آهي، جو جيئي سنڌ، سنڌس اٺڻ ويهڻ، هاري پارٽيءَ سان رهيو، مگر ان جي "اشتراڪيت" جو اثر، مسڪين، ڪڏهن قبول نه ڪيو. "ڪميونزم" جو بنياد ئي، "بي شڪريءَ" ۽ "بغض" تي رکيل آهي، مگر مسڪين، صبر جو پهاڙ، شڪر جو بحر بي ڪران ۽ "مقامات آه وفغان" کان بلڪل اوچو، الله تعاليٰ جي حمد وثنا ۾، هميشه مشغول هوندو آهي. مون ڏانهن، سنڌس لکيل هڪ خط جو ننڍڙو اختيار پيش ٿو ڪريان جنهن مان بخوبيءَ، اندازو لڳائي سگهبو، ته جنهن انسان جي اعتقاد ۽ عبديت جو اهو عالم آهي، سو ڪيئن ٿو ڪنهن ڪميونزم، سوشلزم يا ٻي ڪنهن "ازم" جو اثر وٺي سگهي؟! لکي ٿو ته:

"١- غريب نواز! مسڪين کي ڪافي وقت ٿيندو، ته سنڌ کان، هتي ننگرپارڪر شهر، سامي ويري، پارڪر ۽ ٿر جي جدا جدا ڳوٺن ۾، ڪمن ڪارين جي بهاني، هلي رهيو آهي.

٢- پنهنجي پارڪر ۽ سموري ٿر ۾، الله پاڪ جي فضل وڪرم سان، هن ورهيه ۾، ٻاجهريءَ جو فصل تمام پلو ٿيو آهي. گاهه وغيره، بيحد سنا ٿيا آهن. مطلب ته ڏڪاري، انيڪ قسمن جي ڏکن ۽ ڏولاون کي، رب العالمين، هڪ پل ۾، دور ڪري ڇڏيو آهي. انهيءَ مالڪ الملڪ جون تعريفون کهڙيون ڪري، کهڙيون ڪجن!؟ جنهن واحد جي صفت ڪرڻ لاءِ، مون گنهگار کي، ڪابه طاقت ڪونه آهي. پر سمجهدارن کي ڇا سمجهايان، باري تعاليٰ جون وڏيون ۽ واڪاڻ! اهي ساراهون سڀ، ان ذاتيءَ پاڪ جلشانه محمد نواله کي جڳائين ٿيون، جي ان خلقيندڙ جي وس، غيب جون ڪُل ڄاڻون ۽ سڀ قوتون آهن."

بدقسمتيءَ سان، گذريل "ٽرم" ۾، مسڪين کي، يونين ڪائونسل جي

ميمبريءَ تي چونديو ويو. "قهر درويش، برجان درويش!" اڳتي هلي، اهو فيصلو ڪرڻ، ذرا مشڪل ٿي پيو، ته ميمبري، غريب مسڪين مان ڦاٿي يا مسڪين ميمبريءَ مان! اٿ، انهيءَ وقت ئي تي زڙيا، جڏهن پورا ٿي سبيا! مسڪين جي، دانهون دانهن هئي نه ٻيلي، مسڪين کي، ميمبريءَ ڪان معاف ڪريو! مسڪين، ان سان انصاف ڪري ڪونه سگهندو پر ماڻهو، ڪٿي ٿا مڙن؟! پنهنجي هڙئون ڊپازٽ ڏئي، پنهنجو ڪمائي پي، وڏا وڏا پنڌ ڪري، مسڪين کي ڪٺي چونداٽي وڏائون! پنهنجي طرفان، ته ڪٺي مسڪين کي، اها پڳ ٻڌائون، پر مسڪين غريب جو به، پٽ تي پيبر پوي، ته گدڙ وارو پروانو ڏيکاري! "طاهر سدائين باهر!" ڪنهن جون يونينون، ڪنهن جون ڪائونسلون؟! ميٽنگن جون ميٽنگون غير حاضر، ۽ مٿان نوٽيسن جا ڦهڪا ڪڙڪا. ٽي ٽي مهينا موڪلون وٺي، معاملي کي تاريندي تاريندي، چڪي اچي عرصو پورو ڪيائين، تڏهن وڃي، شڪر جو شوڪارو پريائين ۽ وري ميمبريءَ ڏانهن، منهن ڪري به نه نهاريائين!

چوندا آهن ته "هر ڪه خدمت ڪرد، اُو مخدوم شد." مگر خدا شاهد آهي، ته مسڪين، "مخدوميءَ" جي، ڪڏهن به تمنا نه ڪئي! "ٻڙا سڏاوڻ، ٻڙا دڪ پاوڻ" ! تنهن ڪري مسڪين لاءِ، "خادمي" ئي، سڀ ڪجهه آهي. سندس ايثار ۽ قرباني ڪيس "مخدوم" نه، ته به "معروف"، ڪافي حد تائين ڪيو آهي. مسڪين جي زندگيءَ جو (Motto & Mission) يعني مول ۽ مقصد آهي "خدمت خلق". سياست سان، تنهن ڪري، دور جو به واسطو ڪونه رکي! البته، اليڪشن جي ايام ۾، غريب اميدوارن جي مدد ۾، مڙس ٿي منهن ڏيندو. غريبن جا مقابلا، وڏن وڏن گبرن سان ڪرائيندو. گويا، جهرڪين کي بازن جي مقابلي ۾ آڻي بيهاريندو! جيڪا سياسي سجاڳي، هيستائين ڪانگريس يا ڪرسچن مشنري، پارڪر جي اڇوتن ۾ پيدا ڪري نه سگهي، سا مسڪين، پنهنجي عزم ۽ استقلال سان، ٿوري ئي عرصي اندر، انهن ۾ آڻي جڏي. اڇوت ويچارا (ڪولهي، ڀيل ۽ ميگهواڙ)×، جيڪي زميندارن جي هميشه جنبن جي جاءِ تي وينا ۽ سندن پاڇي کان به وئون ويندا هئا، انهن کي اڀاري، نه رڳو مقابل ڪرايائين، مگر ڪيترن ئي اليڪشني

واردن ۾، انهن سرمايہ دارن کي، شرمناڪ شڪستون ڏياريائين! هن وقت بہ، پارڪر جي چئن يونين ڪائونسلن ۾، اڌ ڪان وڌيڪ، اڇوت چونڊجي آيل آهن ۽ هڪ يونين ڪائونسل جو تہ چيئرمين بہ اڇوت مسٽر عالم چند ڪولهي آهي، جو مئٽريڪيوليٽ آهي. انهيءَ يونين ڪائونسل "ڦيٽاپور" جو اڳ ۾ چيئرمين، هڪ نڪر جاگيردار، "پارڪر جو راٺو صاحب" هو، ۽ پارڪر جي هڪ ٻيءَ بہ يونين ڪائونسل "ويرا واه" جو اڳ ۾ چيئرمين، "ويرا واهہ" جو نڪر جاگيرار هو، جنهن ڪائونسل جو، هن وقت چيئرمين، هڪ غريب مسلمان مسٽر نور محمد نالي آهي، جو چونڊجڻ ڪان اڳ، پهريائين، جانورن جي اسپتال ۾ ۽ پوءِ تعليم کاتي ۾ پٽيوالو هو. مسڪين جو اهو سياسي جذبو، تہ اليڪشن جي ايام ڪاريءَ تائين، محدود هوندو آهي. ان ڪان پوءِ، "وبا لڙ لهي، اڪيون اکين جهڙيون" پر سرمائيدارن جي اکين ۾، مسڪين، هميشہ ڪندو ٿي چيندو رهندو آهي. انهيءَ ڪک جي ڪانيءَ ڪڍڻ لاءِ، وڏا ڪي وس ۽ حيلا هلائيندا آهن ۽ ڏاڍا ڪي اوڇا حربا استعمال ڪندا آهن! آخر، ١٩٥٦ع ۾ اندربان ٻاهربان جاننا هٽي، وارو ڪڍي، مسڪين کي "غندا ائڪٽ" جي ڪارروائيءَ ۾ اڙائي، ڪٽي دسي وڌائون. مسڪين غريب کي، ٻہ سال، سخت پورهئي سان، سزا ملي. ٻارهن مهينا، جيل ۾ رهيو- نو مهينا ڪيس هلندي ۽ ٽي مهينا فتويٰ ڪان پوءِ نيٺ هلي هلي، هاءِ ڪورٽ مان، وجي پنهنجي جند آزاد ڪرايائين.

مسڪين جي غندا ائڪٽ ۾ گرفتاري، سڄي ٿرپارڪر ضلعي جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾، ماتم جي صف وڇائي ڇڏي. حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ جي سياسي حلقن ۾ بہ، سخت افسوس جو اظهار ڪيو ويو! گهڻو ڪري، سمورين سنڌي اخبارن، پنهنجا ايڊيٽوريل مسڪين جي همدرديءَ ۾ لکي، انصاف جي تقاضا ڪئي. قومي ۽ صوبائي اسيمبلين ۾ پڻ، مسڪين جي گرفتاريءَ جو پڙاڏو گونجيو. ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ صاحب جي ڪورٽ ۾، چئن وڪيلن مرحوم مير سليم، ميشرس روچيرام، محمد سليمان ميمڻ ۽ محمد صادق نيبي مسڪين جي مفت وڪالت ڪئي. پر نيٺ، مسڪين کي، ٻہ سال، سخت پورهيءَ سان سزا ملي. سزا ملڻ سان ئي، مسڪين جي سڄاتو

سياسي ليڊرن ۽ سماجي ڪارڪنن، مسڪين کي ڇڏائڻ جي، سر توڙ ڪوشش ڪئي. عمرڪوٽ مان پير عبدالغفور جان سرهندي پريزيڊنٽ هاري فيڊريشن، مولوي جمال الدين رند ۽ مسٽر لطف الله حساماڻي، ميرپورخاص مان غلام حيدر لغاري، مولوي محمد صالح چانڊيه ايڊيٽر "الحق" اخبار، نوابزاده مير علي بخش خان ٽالپر سابق ايم پي اي ۽ سابق جنرل سيڪريٽري ريپبليڪن پارٽي ويسٽ پاڪستان اسيمبلي، حيدرآباد مان محترم حيدر بخش جتوئي پريزيڊنٽ سنڌ هاري ڪاميٽي، محترم مير رسول بخش خان ٽالپر، مولوي خير محمد نظاماڻي ۽ مسٽر غلام حسين سومرو ۽ ڪراچيءَ مان محترم خطيب پريزيڊنٽ آل پاڪستان ليبر فيڊريشن،مسٽر دوي ڀائي وڪيل، مسٽر عبدالقادر ليڊر هاري ڪاميٽي ۽ سيٺ حاجي پير محمدهنگوري جا اسم گرامي، مسڪين جي دل تي، اڄ ڏينهن تائين، اُڪريل آهن. مادر ملت محترمه فاطمه جناح، بنا في جي مسٽر خورشيد بئريسٽر، جو قائداعظم جو ڪنهن وقت پرائيويٽ سيڪريٽري هو ۽ پوءِ آزاد ڪشمير جو پريزيڊنٽ پڻ ٿيو، وڪيل ڪري ڏنو. هاءِ ڪورٽ ۾ رٽ پٽيشن داخل ٿي، مسڪين ضامن تي آزاد ٿيو ۽ پوءِ به هاءِ ڪورٽ ۾ حاضر ٿيڻ لاءِ مسڪين ويهه شنوايون سنڌ جي هڪڙي ڏاڪٽي ڇيڙي ننگرپارڪر کان ٻئي ڇيڙي ڪراچي ۾ ايندو رهيو ۽ اهڙي طرح سان هَجي هَجي مڙس آخر وجي آزاد ٿيو. مسڪين انهيءَ ايامڪاري ۾ جيڪي ڏاڪڙا ڏٺا اهي بيان کان ٻاهر آهن. سُڄ جي ٿمر تي سامي ويري کان ڪراچي پهچڻ ڪا مسخري ڪانهي. 150 ميل ٿر جي پٽن جو خشڪي پنڌ ۽ ان کان پوءِ اٽڪل 400 ميل ريل جو سفر سو به سڄا سارا ويهه دفعا اوٽ موٽ! پر مهلون به مڙسن تي ايندڀون آهن. مسڪين ۽ ڏکن ازل کان پاڻ ۾ ڪونه ورهايو.مسڪين کي ڪا سُتي ئي سورن جي مليل آهي تنهن ڪري "سسئي ۽ سور پٽيندا ويا پاڻ ۾."

جناب خورشيد صاحب جو مسڪين سان اڄا تائين خط وڪتابت جو رستو آهي. سندس مختلف خطن مان هڪ خط، جڏهن ڪه هو پاڻ، آزاد ڪشمير جو پريزيڊنٽ هو، هن صفحي جي پويان ڏجي ٿو:

بيو ڪو دنياداري وارو ماڻهو هجي ها ته ايڏي وڏي ماڻهو مان وڏا ڪي

ذاتي فائدا پنهنجي لاءِ حاصل ڪري ها پر مسڪين هميشه خورشيد صاحب
کي فقط ٿر جي سڌاري جون اسڪيمون موڪليندو رهيو ته اهي خورشيد
صاحب، صدر صاحب مملڪت پاڪستان جي اڳيان پيش ڪري ته ٿري
مسڪين جو ڪو ڀلو ٿئي.

هڪ دفعي هاءِ ڪورٽ جي شنوائي تان موٽندي مسڪين حيدرآباد ۾
هڪ رات "هاري حقدار" آفيس جي اڳيان سنئل هو ته رات جو اٽڪل ٽين
بجي مهل پرسان هڪ ٻه ماڙ جڳهه ڪري پئي. جاءِ ڪرڻ جي زبردست
ڌماڪي ۽ ان ۾ دٻيل ماڻهن جي چيخ وپڪار تي مسڪين جي اک کلي.
پجي بروقت وجي سرزمين تي بيٺو. اوڏي مهل ڪرندڙ جڳهه ۾ ڪير ٿو
وجي؟ پر مسڪين پهريون ئي ماڻهو هو جو پنهنجي جان کي خطري ۾ وجهي
گهڙي پيو جڳهه ۾ دٻجي ويل ۽ زخميل ماڻهن کي سهارو ڏئي ٻاهر ڪڍندو
رهيو. زخمي ماڻهن کي ٻاهر ڪڍڻ کان پوءِ وري پر واري گهر مان ڪوڏر ۽
تغاري وٺي ڪوٽائي جي ڪم ۾ جنبي ويو. نهايت ئي چستي ۽ هوشياري
سان ملبو هٽائيندو رهيو ته منان ڪو دٻيل زنده ماڻهو وڏيڪ ملبي ڪرڻ
ڪري يا ڪوڏر لڳڻ ڪري وڌيڪ زخمي نه ٿي پوي. ملبي جي ڪوٽائي ۽
تغاري ۾ کڻي ٻاهر اڇلائڻ ۽ جڳهه ۾ پيل سامان ۽ ڪريل ڪاٺ جو ذرو
ذرو کڻي ٻاهر جدا رکڻ جو ڪم مسڪين اها باقي رات ۽ ورندو سڄو ڏينهن
وبندي سج لٿي تائين ڪيو. انهيءَ وچ ۾ ڪيس ماني پاڻي حرام. انهيءَ
منحوس جڳهه جي هيٺان ١٩ ماڻهو دٻجي مري ويا ۽ اڄ ڏينهن تائين اها
کندرات جي حالت ۾ پئي آهي شايد ڪوبه ان نياڳي هنڌ تي نئين اڏاوت
ڪرڻ لاءِ خواهان ڪونهي. مسڪين ۽ ٻين ڪوٽيندڙن سان صبح جو اٽڪل ٩
بجي مهل پنج سو ڪن سينٽرل جيل جا قيدي به اچي ڪوٽائي جي ڪم ۾
شامل ٿيا. مسڪين ڪم ڪندي مٽي ۾ ڀيوت ٿي ويو هو ۽ سڃاڻپ کان پري
هو، مگر ميررسول بخش خان جي عقابي نگاهن ڪيس انهيءَ حالت ۾ به
سڃاڻي ورتو. ٻين به هزارين ماڻهن جون نظرون مسڪين ۾ کتل هيون جنهن

نهايت ئي تيزي سان ۽ جوشيلي نموني دنيا ومافيها کان بي نياز ٿي پنهنجو ڪم پئي ڪيو. ايڏو ڪم ڪندي ڏسي، فرط جوش ۾ مير صاحب وجي ڪيس پاڪر پاتو ۽ ڪيس چيائين ته فقط پنج منٽ ڪم بند ڪري ٻاهر نڪر. اوڏي مهل اتي ڪمشنر، ڪليڪٽر ۽ ٻيا هزارين آفيسر ۽ پبلڪ جا ماڻهو اچي ڪنا ٿيا هئا. مير صاحب مسڪين کي انهيءَ ئي پيوتي حالت ۾ جڏهن ڪ ڪوڏر سندس ڪلهي تي ۽ تغاري هٿ ۾ هئي، پاڪر پائي تعارف ڪرائيندي چيو ته هن شخص جي انسان ذات لاءِ محبت اوهين پنهنجي اکين سان ڏسي رهيا آهيون ۽ جنهن جوش خروش سان رات ڪان ونى جيڪو هي ڪم ڪري رهيو آهي اهو اوهان کي بخوبي معلوم آهي ۽ اوهان کي اهو ٻڌي عجب لڳندو ته هي اهو شخص آهي جنهن کي غنڊا ائڪٽ ۾ ٻه سال سخت پورهئي سان سزا ڏني وئي آهي ۽ هن وقت هاءِ ڪورٽ جي ضامن تي آزاد ٿي آيل آهي هاڻي اوهين ئي ڪٽي ٻڌايو ته ههڙو شخص به "غنڊو" ٿي سگهي ٿو؟! پوءِ مير صاحب، ڪمشنر ۽ ڪليڪٽر ۽ ٻين آفيسرن ۽ معتبر ماڻهن کي چيو ته هن مرد مجاهد جي همٿ افزائي ۾ اوهين به ڪيس اهڙي طرح پاڪر پائي ملو جهڙي طرح آئون ساڻس مليو آهيان. ان تي سمورا آفيسر ۽ معتبر ماڻهو مسڪين سان سندس انهيءَ پيوتي حالت ۾ پاڪر پائي مليا. مسڪين انهن کان موڪلائي وري به پنهنجي ڪم ۾ لڳي ويو، تان جو وجي سانجهي ڪيائين. کوٽائي جو ڪم پورو ڪري مسڪين جنازن کي ڪلهو ڏياري قبرستان ويو ۽ لاشا دفنائي پوءِ واپس موٽيو. مير صاحب مسڪين جا کوٽائي جو ڪم ڪندي ڪيترائي فوٽو ڪڍيا هئا جي هن ڪتاب جي ڪنهن حصي ۾ ڇاپيل آهن. انهيءَ کوٽائي ۾ شهر جا ماڻهو، آفيسر ۽ قيدي پڻ شامل هئا مگر هر ڪنهن ماڻهو خواهه اخبارن مسڪين جي ڪم کي سڀني کان وڌيڪ ساراهيو. اهو مهينو به سخت گرمي جو هو مگر انهيءَ حادثي جي غم جو ايڏو ته اندوهناڪ اثر سندس دل تي رهيو جو سڄو ڏينهن رات سخت ڪم ڪرڻ جي باوجود هڪ ڍڪ به پاڻي جو نه پيتائين ۽ رات جو به ڪجهه کائڻ پيئڻ کان سواءِ ئي ٿڪي ٽٽي ساٿو ٿي مڙس وجي جو ڪريو ته ٻئي ڏينهن صبح جو ٻين چڪي پئي اٿاريس.

مسڪين گذريل ٽيهن سالن ۾ غريبن سان گڏجي اينترو ته پيادو پنڌ ڪيو آهي جيترو شايد آچاريہ ونوبا ڀاوي پنهنجي سڄي زندگيءَ ۾ به نه ڪيو هوندو. جيتوڻيڪ هو درويش به ڪجھ سالن کان ونبي غريبن لاءِ زميندارن کان مفت زمينون ڇڏائڻ لاءِ ڳوٺان ڳوٺ پيادو پنڌ ڪري رهيو آهي. مگر مسڪين غريب هاڻي هلي هلي هجي پيو آهي. هاڻي گهڻو پنڌ ڪرڻ سان ٿوري ٿڪاوٽ به محسوس ٿئيس ٿي ۽ مٿو به ڪڏهين ڪڏهين ڦريس ٿو پر تنهن هوندي به وهڻ مسڪين لاءِ مهڻو، اهائي هل هلان، اهائي انڌي ۽ جنڊ، واري ۽ پنڌ! پارڪر ۾ ڪولهي مسڪين جو وهڻ وهه ڪريو ڇڏين. ڪونه ڪو ڪولهي ڪيس ڪيڏانهن نه ڪيڏانهن گهليو پيو ويندو. مسڪين ويچارو به جتي چندي ڪندو هٽ ۾ ۽ ڪولهين سان گڏ ويهه ويهه ٽيهه ٽيهه ميل پيادو پنڌ ڪري وڃي ڪولهين جا فيصلا ڪندو. به ڳوٺ پاڻ ۾ نهيل نه هوندا ته انهن کي وڃي پرچائيندو. ڪنهن غريب سان ڪٿي زيادتي ٿي ته مسڪين نڪ اتي. يا ڪنهن ظلمي زميندار ڪنهن اڇوت جي گنديءَ ۾ به چار مڻ ان جا ڏسي پوليس يا ايڪسائيز واري جو ڊڊو آٽي سندس لوڙهي تي هٽڪايو، ته مسڪين اک ڇنڀ ۾ اتي. ڪو غريب ڪنهن ڪوڙي ڦڏي ۾ ڦاسي پيو ته مسڪين ان جي پهچڻ کان اڳ ۾ ئي ٿاڻي يا ڪورٽ ۾. انصاف گهرندو التجا نه ڪندو. رشوت ونبي ڏيڻ واري ته مسڪين وانڻ ئي ڪونه سڄاڻي جيئن ڪي چڱا مڙس ڪندا آهن ته ڪجهه ڪاموري کي، ڪجهه پنهنجي کيسي ۾. مسڪين نڪو پاڻ ونبي نڪو ٻين کي سهي. سڄي جو يار غار ۽ ان لاءِ سر ڏيڻ لاءِ به تيار. ڪوڙي لاءِ قدم به اڳتي نه ڪٽي. ڏوهاري کي ڇڏائڻ سندس اڳيان ڏوهه، باقي سچي سان سختي سهي ڪونه سگهندو ۽ ان جي آزادي لاءِ ڏينهن رات هڪ ڪري ڇڏيندو. غريبن جي مقابلي ۾ جيڪو پنهنجي پاءُ کي به نه بخشي سو ڪٿي ٿو ٻين ماڻهن کي معاف ڪري!؟

مسڪين جي محبوب قوم "ڪولهي" جي قسمت ۾ هميشه شايد هارپ ئي لکيل آهي. پارڪر جي پنجن سون چورس ميلن ۾ اڪثر ڪري اهائي قوم ڇانيل آهي. مسلمان ته آڳرين تي ڳڻڻ جيترا ۽ ڪين زمينون نه بلڪل نالي ماتر آهن. ڪجهه عرصو ٿيندو ته مون ننگرپارڪر جي نزديڪ

چار پنج سو ايڪڙ زمين ورتي ته مسلمانن ۾ آئون "جت وڻ ناهي اتي ڪانڊيرو به درخت" جي مصداق بنهه وڏو زميندار ليکجڻ لڳس. زميندارين اتي گهڻو ڪري "نڪرن" جون آهن ۽ "اڇوت" (جن ۾ ڪولهي، ڀيل، ۽ مينگهواڙ اچي وڃن ٿا) انهن جا هاري آهن.

زميندارن جا هارين تي ظلم ڪا نئين شيءِ نه آهي. اڳي پارڪر ۾ اڇوتن تي ٿيندڙ ظلمن کي ڪانگريسي ڪلهو ڏيو بيٺا هوندا هئا، مگر انهن جي لڏي وڃڻ کان پوءِ، بقول ڪنهن جي "ساري جهان ڪا درد هماري جگر مين هي"، اهو سڄو بار هاڻي اڪيلي مسڪين جي ئي ڪمزور ڪلهن تي اچي ڪڙڪيو آهي، جنهن مان مسڪين کي مرڻ جي به مهلت ڪانه ٿي ملي. مسڪين کي مون، منهنجي متي ذڪر ڪيل زمين تي عام مختيار ڪري رکيو، مگر مسڪين جي مصروفيت ڪيس سڄي سال ۾ هڪ دفعي کان وڌيڪ زمين تي وڃڻ جي اجازت ڪانه ڏني، جيتوڻيڪ هئي به صرف پنج ميل پري. آئون به اهو چئي مات ڪري ويهي رهيس ته "مسڪين تي ڪهڙي ميار؟ جنهن خدمت خلق جي عشق ۾ پنهنجي نهيل ڦٽائي، سو مون کي وري ڪهڙا ٿو ڪتيا ڪارائي!"

مسڪين جو چوڻ آهي ته ڪولهي هڪ وڏي محنتي ۽ جفاڪشي قوم آهي. آباديءَ لاءِ ته ڪولهي زمين جو ڪيڙو آهي، سنڌ ۾ هاري ڪولهي هجي ته ٻيو ڇا کپي؟ خود سنڌ جا پنجابي زميندار پڻ پنجابي هارين تي ڪولهين کي ترجيح ڏيندا آهن. مگر مسڪين کي هميشه اها شڪايت رهي آهي ته اها قوم جيڪا ٻين جي مقابلي ۾ ملڪ لاءِ ٻيڻو سون چاندي پيدا ڪري ٿي، تنهن جو ڪوبه خاطر خواه قانوني يا سماجي تحفظ ڪونهي. پارڪر ۾ ته ويچارا بجنسي پيڙجي رهيا آهن ۽ انهيءَ ڪري عيسائي ۽ قادياني مشنري جو آسان شڪار ٿي رهيا آهن. وڏن وڏن ٽوپلن ۽ ڪڪين ڏاڙهين وارا پادري جڏهن ڪولهين سان گڏجي ڪنهن ڪاموري وٽ وڃن ٿا ته ڪامورو به انهن کان هيسجي ڪولهين جا ڪم ڪريو ڏئي. مثل مشهور آهي ته "سيري جو سالو سڏائڻ لاءِ به تيار، بکيي جو ڪو پيٽيوبو به ڪونه ٿئي" سو ڪولهي به جڏهن انهن "پادرن" کي (ڪولهي "فادر" جو اچار "پادر" ڪري ڪدن ٿا)

ايڏو هلندي وارو ڏسن ٿا تڏهن صرف ساڃي هٿ سان پنهنجي ٻنهي ٻُبن ۽ نراڙ کي ڇهي "روڙي" مان "رادرڪس" ۽ واليي" مان "ولسن" بنجيو پون. مسڪين جو چوڻ آهي ته ٻيو ڪو ڪولهين جو تحفظ ڪري يا نه ڪري، مگر پاڻ هميشه سندن مدد هر ظلم جي خلاف ڪندو رهندو چاهي ان لاءِ ڪيس ڪيڏي به قرباني ڇو نه ڪرڻي پوي.

عيسائي مشن جي ڳالهه نڪتي ته مون مسڪين کان پڇيو ته جڏهن اڇوتن جو ايڏو اعتقاد منجهس آهي ته پوءِ پاڻ ڇو نٿو انهن کي اسلام ۾ اچڻ جي دعوت ڏئي. مسڪين جي مختصر جواب لاريب انسانيت جي اعلىٰ قدرن (High values of humanity) جو انڪشاف ڪيو. چيائين ته "اڇوتن جي خدمت مسڪين انسانيت جي اعلىٰ جذبي ۽ اصول تحت ڪري ٿو جنهن ۾ ڪنهن به غرض يا مطلب جو دخل ڪونهي. مسڪين اسلام ۾ اچڻ لاءِ انهن کي چــوي ته پوءِ اها بي لوث خــدمت ته نه ٿي." واضح رهي ته مسڪين ڪمال انڪساري وچان هميشه پنهنجي لاءِ ضمير واحد غائب (Third per son singular) ۾ ڳالهائيندو آهي. مثلن چوڻو هوندس ته "آئون هاڻي اٿان ٿو" چوندو، "مسڪين هاڻي اٿي ٿو." يا "فلاڻي ماڻهو سان مليس،" چوندو، "فلاڻي ماڻهو سان مسڪين مليو." "انانيت" (Egoism) جو جذبو ته هر انسان ۾ قدرتن هوندو آهي پر مسڪين پنهنجي "انانيت" کي ته ڪنهن اونهي کوهه ۾ اڇلائي ان کان پاڻ کي هميشه هميشه لاءِ آزاد ڪري ڇڏيو آهي تنهن ڪري "آئون" يا "مان" جا الفاظ مسڪين جي واتان ورلي ڪي ٻڌبا آهن.

سو عرض ٿي ڪيم ته مسڪين لاءِ اهو مشڪل آهي ته هو پنهنجي خدمتن جي صلي ۾ اڇوتن کي اسلام ۾ اچڻ جي آڇ ڪري. انهيءَ مان اهو سمجهڻ نه گهرجي ته مسڪين کو مذهب کان بيگانو آهي يا سندس دل ۾ اسلام لاءِ ڪو انس ڪونه آهي. بلڪل برعڪس ان جي مسڪين هڪ پورو ۽ پڪو ديندار مسلمان آهي ۽ سندس دل ۾ اسلام جي محبت هميشه موجزن رهي آهي. اها اسلام جي ئي محبت آهي جنهن ڪيس هميشه لاديني سياسي جماعتن جي هزار ڪوششن ۽ لالچن جي باوجود به انهن ۾ شرڪت کان باز

رکيو آهي. مسڪين سان به ڪتاب ته هميشه گڏ هوندا آهن. هڪ قران شريف ۽ ٻيو شاهه رحه جو رسالو، جن جو روزانو دور مسڪين بلاناغي ڪندو رهندو آهي. اچوتن جي ڳوٺن ۾ به قيام دوران انهن کي قران شريف جو تفسير ۽ شاهه رحه جي بيتن جون معرفتي معنائون ٻڌائيندو رهندوآهي.

سنه ١٩٤٧ع ۾ ڪن شرارتي هندو ڇوڪرن ڇاڇري جي جامع مسجد کي پٿر هڻي ان جون نيلون شهيد ڪري وڌيون. ڇاڇري شهر ۾ هندن جو وڏو زور هو ۽ اتي جيڪي قليلي تعداد ۾ مسلمان هئا سي به بلڪل ڪمزور ۽ هندن جا ٻري طرح هيسايل هئا. مگر مسڪين ڪٿي ٿو مسجد جي بيحرمتي برداشت ڪري؟ تن ڏينهن ۾ ٿر ۾ "لاريون" ڪونه هيون. پيرين پيادو سوين ميل سفر ڪري ڪليڪٽر وٽ وڃي فرياد چاڙهيائين. ڪيس ڊپٽي ڪليڪٽر ٿر واري وٽ سڄا سارا ٽي سال هليو. آخر عالمن جي رضامندي سان ڏوهارين کان جڏهن مناسب معاوضو ڀرايو ويو، تڏهن وڃي مسڪين انهن جي پچر ڇڏي.

مسڪين جهڙا نماز روزي جا پابند ڪي ٿورا مسلمان هوندا. منهنجي گهر جيڪڏهن نماز مون کان اڳ پڙهندو ته پوءِ مون وارو مصلو قابو! آئون پل ٻيو ڪو ڪپڙو هٿ ڪري نماز پڙهان يا ڀڄي وڃي ڪنهن ٻي واري مسجد ڀيڙو ٿيان. باقي مسڪين واري مصلي جي اڌ ڪلاڪ کان اڳ ۾ واندي ٿيڻ جي اميد فضول. سجدن ۽ دعائن ۾ وڏي ديگهه ڪندو. ايڏيون ڊگهيون دعائون ڪهڙيون ٿو گهري ان جي خبر هڪ ڪيس ۽ ٻي الله کي.

روزن جي مسڪين سان ڪا خاص محبت آهي. ڇوڻ گهرجي ها ته مسڪين جي روزن سان خاص محبت آهي پر ڳالهيون ٻئي سچيون آهن. مسڪين جي روزن سان ته واقعي گهڻي محبت آهي، پر روزا پلارا رمضان کان پوءِ به مسڪين جو پيڇو ڪونه ڇڏين. ڪيئي اهڙا روزا ته مسڪين کي مجبورن رکڻا پون ٿا جڏهن ڪيس ڏينهن جو ڪجهه به نصيب ڪونه ٿو ٿئي. سچو ڏينهن بس هل هلان ۾. ماني وڃي ڪٿي رات جو ملي ته ملي نه ته ٻيو ٿيو خير. رڳو نيت ڪيل هجيس ته ڪم از ڪم نفلي روزي جو ته ثواب ملي وڃيس. گذريل رمضان شريف ۾ واه جو مقابلو مسڪين سياري جي پاري

سان ڪيو. سياري بہ وڏي شدت وچان ڏاڍا ڪي پنهنجا ڏند مسڪين مٿان ڪڙڪايا، پر مسڪين چيس تہ آئون بہ پنهنجي نالي سان آهيان! ڪوٽ مسڪين ڪڏهن ڪونہ پائي، نڪا ڪا چادر ڪٺي ڍڪي، چاهي ڪهڙا بہ سيءَ چو نہ ڪٽي پون. ڪير ايڏا بار بوجا ڍوئيندو وتي؟! اڳ ۾ ئي اخبارن جا انبار ڪي گهٽ وزني آهن جو اجا ڪوٽن جي بہ ڪسر ڪٽي پوري ڪري؟! سو سائين، شابس آهي هن شخص جي ايمان ۽ اٽل ارادي کي. سچو رمضان شريف جو مهينو اهڙي سيءَ ۾ وڏي آسر جو صرف هڪ قميص ۾ بہ اڍائي فرلانگ پنڌ ڪري اسان جي گهر سحري ڪائڻ اوڏي مهل ايندو هو جڏهن گهر جا ڀيا ڀاتي بند ڪمرن ۾ سوڙن ۾ ويڙهجي بسترن تي ئي ماني پيا ڪائيندا هئا ۽ ڪمري مان ٻاهر نڪرڻ سان جاڙي جاڙي سان نہ لڳندي هئي. مسڪين ماني کائي وري بہ ساڳئي پيرين انهيءَ پاري ۾ واپس ويندو هو. سمهندو عثمانيہ هوٽل ۾ آهي مگر ماني اسان جي گهر کائيندو آهي. منهنجي وڏي ڀاءُ حسين بخش خان مسڪين جي اها "حالت جري" ڏسي کيس هڪ گرم ڪوٽ انهن ڏينهن ۾ ڏنو. ٻئي ڏينهن اهو ڪوٽ مسڪين ڪنهن وڌيڪ مستحق ڪولهي کي ڏئي ڇڏيو ۽ پاڻ وري بہ اهي ئي لاٽون، اهي ئي ڇگهہ.

مسڪين وڏي اخلاق جو صاحب آهي. نہ ڪنهن جي عيب جوئي جي عادت اٿس ۽ نہ ڪڏهن ڪنهن جي گلا غيبت ڪئي اٿس. ڪڏهن بہ سندس واتان ڪنهن جي لاءِ بہ ڪو بدلفظ يا معمولي ۾ معمولي گار بہ نہ نڪتي آهي. نہ گهٽي جاڙي هٽي نہ جهڳي، هميشه ڪم گو بلڪ گومگو. بلڪل ڌيمي آواز ۾ اينترو تہ آهستي ڳالهائيندو جو ٻڌندڙ کي لاچار تي ڪن لڳائي ٻڌڻو پوندو. ڪڏهن بہ ٺهڪ ڏئي ڪونہ کلي. ڳالهہ جيڪا ڪري سا تفصيل سان مگر توري ۽ تکي، سندس هر لفظ منڊي تي ٽڪ. حليم وري ايڏو جو هر ڪنهن کي "سائين" جي سڀاجهڙي لفظ سان سڏيندو. نہ ڪڏهن سياست تي تبصرو ڪندو ۽ نہ وري ڪڏهن مذهبي مباحثہ ۾ حصو وٺندو، نہ ڪنهن جي شڪايت ڪندو ۽ نہ ڪنهن جي خوشامد. عالمن ۽ اديبن جي وڏي عزت ڪندو. هر ڪنهن سان خلق ۽ خنده پيشاني سان پيش ايندو. چوندا

آهن ته "بک بچڙو ٿول، داناءَ ديوانا ڪري." پر مسڪين کي سندس انهيءَ مسڪيني حالت ۾ به مون ڪڏهن منهن گُهنجيل ڪونه ڏٺو. مسڪين جي مروت ۽ مساوات جو هڪ مثال ياد آيو اٿم:

ڳچ سال ٿيا ته ننگرپارڪر ۾ مون زمين جو ٽڪرو ورتو. وٺي ته ورتس، پر ان لاءِ هاري هڪڙو به نه مليو.مقامي هريجن هاري سپ نڪرن جا هيسايل سي پير ئي نه کوڙين. تنهن ڪري ويهين رهين مسڪين کي ان پاڙي ڪري ڏنم ته راتو واهه پنهنجي اثر وارن ڪولهي هارين جي ڇيڙ ۱۰-۱۵ ميلن تان وٺي صبح جو ٻني تي پهچي ته ڪم جي ته بسم الله ڪريون. ٻئي ڏينهن ٻنيءَ تي بيٺو هجان ته ڏسان ته مسڪين هڪ وڏي ڪولهين جي ڪٽڪ سان پيادو جتي هٿ ۾ ڪيو واچوڙو ٿيندو پيو اچي ۽ ان تي وري جت ۽ هڪ ڪولهي چڙهيل هجن! جڏهن جملي جماعت سان ٻنيءَ تي اچي پهتو، تڏهن پڇيومانس ته "مسڪين ان ته مون اوهان جي چڙهڻ لاءِ پاڙي ڪري ڏنو هو، هي وري ڪنهن کي چاڙهي آيا آهيو؟" پاڻ ٿورو پشيمان ٿي چيائين ته "سائين هي سڏو پڳت پير مرد هو تنهن ڪري سواري جو مسڪين کان وڌيڪ مستحق هو." مسڪين جو اهو جواب ٻڌي مون ڪٽي مات کئي. "سڏوپڳت" به اهو شخص آهي جنهن مسڪين سان توڙون نبايون جيستائين مسڪين جيل مان ٻاهر نه نڪتو تيستائين هن پنهنجي گهر جو در به نه ڏٺو. سڄو سال سنڌ ۾ سياسي ماڻهن سان گڏ مسڪين جي آزاديءَ لاءِ ڊڪ ڊوڙ ڪندو وتيو.

ڳالهه ڪندا آهن ته ڪنهن شخص ٻئي کان پڇيو ته "تو وٽ ملڪيت ڪهڙي؟" جواب مليس "ٻه ٻڪريون" . ان ٻن ٻڪرين واري سوال پڇندڙ کان پڇيو ته تو وٽ...؟ ان چيس ته "مون وٽ الله جو نالو." ٻڪرين واري چيس ته "تون ڪو ٻنهه ڪٽل آهين!" اڳلي ورائي چيس تہ "الله جو نالو ٻن ٻڪرين جي پڇن کان به وڌو چا؟! سو مون به پهريائين سمجهيو ٿي ته مسڪين وٽ به رڳو "الله جو نالو" ئي هوندو پر ڪائونس پڇڻ تي معلوم ٿيو ته ٻن ٻڪرين جا ڪن قرن سميت اڃا به وٽس آهن. اها ڪل آهي پونجي جا مسڪين مائٽاڻي ملڪيت مان خدمت خلق ڪندي باقي وڃي بچائي آهي! ٻيو

الله الله خير صلاح.

ننگرپارڪر شهر ۾ مسڪين پارين ٻچين هڪ لڏي وبل هندو جي جڳهہ ۾ رهندو هو. اها سيٽلمينٽ کاتي جڏهين نيڪال ڪئي تہ مسڪين ڪٽي ورتي. هڪ سئو روپيہ ننگرپارڪر جي پبلڪ ڪنا ڪيا باقي ٽن سون روپين جا ڪليم ميرپورخاص ۾ وينل ننگرپارڪر جي ميمڻ ڏنا. مڙيئي مسڪين کي وري هڪ دفعو صاحب جائداد بنائي ڇڏيائون. پر مسڪين وٽ ملڪيت ٽڪي تہ پوءِ "مسڪين" ڇو سڏائي!؟ ملڪيت واري تہ مسڪين جي هٿ تان ليڪ ٿي ميسارجي وبل آهي. زناني اسڪول لاءِ جڳهہ جي ضرورت هئي،مسڪين هڪدم پارن کي ڳوٺ موڪلي، جڳهہ بنا ڪنهن مسواڙ يا معاوضي جي ڪٽي اختياري وارن کي اسڪول لاءِ ڏني. سندس ٽانڪ هميشه هوندي آهي "ٿمن جون چائون ۽ سيدن جون دعائون." انهيءَ جڳهہ ۾ ٻہ سال ڪن اسڪول هليو ۽ وري جڏهن سرڪاري جڳهہ نهي تڏهين مسڪين واري جڳهہ واندي ٿي جنهن کي نيڪال ڪري مسڪين پنهنجون ٻہ نياٽيون اٿاريون.

چون ٿا تہ اڳئين زماني ۾ الله جا اهڙا ٻہ نيڪ بندا هئا جي الله تي توڪل رکي رات جو دلن جو پاٽي ٻہ هاري ڇڏيندا هئا. مگر مسڪين وٽ نڪو دلو نڪا دڪي. پچي، پچي چا؟! مسڪين جي زندگي جو سفر هميشه بنا ٿمر جي ئي اتي گذريو. سدائين مڙس الله جي آسري تي هلندو وتي، جتي پئي اُني وهاٽي. جيڪا ملي سا کاڌي. جي نہ ملي تہ ٻہ نماز پڙهي منهن ويڙهي سمهي رهٽو، صبح جا ياڳ صبح سان. مسڪين جون گهرجون انهيءَ ڪري بلڪل محدود بلڪ "نہ" جي برابر آهن جن لاءِ ڪيس پئسي پنجڙ جي ڪا خاص ضرورت ڪانہ ٿي پوي. نہ چرخ ڪُهن جي شڪايت، نہ عوام جي ناقدري جي گلا ۽ نہ وري ڪڏهن دست سوال ڪنهن اڳيان ڊگهيڙٽو. هميشه پنهنجي خلق خدمت جو ڪم خاموشي ۽ صبر سان ڪندو رهندو بلڪ الله تعاليٰ جا لک ٿورا مڃيندو تہ ڪيس ڪم ڪرڻ لاءِ اهڙو صحتمند جسم عطا ٿيل آهي جو ڪن ڏينهن جي بک اڄ جي باوجود بہ ڪا ڪمزوري محسوس نٿو ڪري.

مسڪين جي اها عادت ٿي وئي آهي تہ نہ هو ڪٽ تي سمهي سگهندو ۽

نہ ميز ڪرسيءَ تي لکي سگهندو. هڪ رات حيدرآباد ۾ ”عبرت“ اخبار جي آفيس ۾ محترم شيخ علي محمد ايڊيٽر کي ڪو اخبار لاءِ ليک لکي ڏيٺو هوس شيخ صاحب ڪان پنو مس قلم گهريائين، جي شيخ صاحب کيس ڏئي ٻن منٽن لاءِ ڪنهن ڪم سان ٻاهر نڪري ويو. وري اچي ڏسي تہ مسڪين غائب! تعجب ٿيس تہ اجا هينئر کيس ڇڏي ويو آهيان، نہ ميز جي پرسان آهي نہ ڪوچن ڪرسين تي. ڀلا ويو تہ ويو ڪيڏانهن؟! ڪٿي درويشي ڪرشما تہ ڪونہ ٿو ڏيکاري؟! اجا انهن ئي ويچارن ۾ هو تہ سندس نظر آفيس جي هڪ ڪنڊ تي وڃي پئي جتي مسڪين فرش تي ويهي گوڏن تي ڪاغذ رکي قلم هلائي رهيو هو. شيخ صاحب ٿهڪ ڏيندي پڇيو تہ ”مسڪين هيترين ميزن ڪرسين هوندي بہ تون پٽ تي ويهي پيو لکين؟“ جواب ڏنائين تہ ”گوڏن تي ڪاغذ رکي لکڻ جي عادت پئجي وئي اٿم، ميز ڪرسي تي ويهي لکي ڪونہ سگهندس.“ ساڳي حالت مسڪين جي سمهڻ جي معاملي سان ٻڻ آهي. لاچار جي ڳالهہ ٻي آهي، پر وس پڄندي مسڪين کٽ تي اصل ڪونہ سمهي. انوئي ڀهر الله جا غريبن جي ڪمن سان پيرين پيادو انهن جي ڳوٺن ۾ هلندو وتندو. جتي گهيرت آيس، اهائي سندس ٻاٿاري! ڪولهي غريبن جي ”وانڍين“ (واهڻن) ۾ مسڪين لاءِ ڪٿون ڪٽان اچن؟ تنهن ڪري سدائين پٽ تي سمهي سمهي مسڪين کي اهڙي عادت پئجي ئي آهي جو ڪنولي تي آرام ئي ڪونہ اچيس. مسڪين سان ”مهمانان مار“ ڪرڻي هجي تہ سمهڻ لاءِ کيس هنڌ ڪتولو ڏيو. سڄي رات انشاءِ الله تارا ڳڻيندي ۽ پاسا ورائيندي گذرندس! اڳ ۾ ئي عرض ڪيل آهي تہ مسڪين جڏهن ميرپورخاص ۾ هوندو آهي تڏهن ماني اسان وٽ کائيندو آهي پر سمهندو وڃي آهي عثمانيہ هوٽل ۾. اهو انهيءَ ڪري جو مسڪين کٽ بستري تي سمهڻ جي ڪانہ ڪري ۽ پٽ تي اسين بہ کيس سمهڻ ڪونہ ڏيون. ٻي بہ هڪ ڳالهہ آهي تہ مسڪين سان ماڻهن جا هميشه هشام هوندا آهن جن لاءِ اسان واري ننڍڙي اوطاق پوري ڪانہ پوي. الله جنت نصيب ڪري مرحوم محمد عثمان مالڪ عثمانيہ هوٽل کي جنهن هميشه مسڪين جا پنهنجي هوٽل ۾ ”حق واسطا قائم“ ڪري ڇڏيا آهن. مسڪين کي هوٽل ۾

ڪمرو ۽ ٻيا ٽيڙ مفت هوندا آهن. ان ڪمري ۾ مسڪين پنهنجي مارونئڙن سان ويهي ڏاڍا ڏک سور ونڊي رات جو ڏکي ناٽي سمهي رهندو آهي ۽ صبح جو وري انهن جي ڪمن سان پروگرام موجب ڦيرو پوي شهر ۽ آفيسن ۾. مرحوم محمد عثمان ڪان پوءِ به سندس فرزند مسٽر محمد صالح مسڪين سان ساڳي رعايت روا رکيو اچي ۽ سندس منشي ۽ ڪارندا پڻ مسڪين جون گهٽيون ئي مرضيون رکندا آهن.

مون کي ائين اوچتو خيال پيو ته مسڪين جو جڏهن ته اڪثر وقت ڪولهين جي ڳوٺن ۾ گذري ٿو سو متان ڪاڏو به ڪولهين جي هٿن جو ڪائيندو هجي. پر ڪائونس پڇا مان معلوم ٿيو ته ڪولهين جي ڳوٺن ۾ مسلمانن لاءِ ٿانو جدا رکيل هوندا آهن، جن ۾ ماني مسڪين پاڻ پچائي، کير، انهن جي ٻڪري ڏڳي جو ڏهي ان سان ماني کائيندو آهي. ڏينهن جو ڪري نه ملي ته رکي به پاٽي سان ريڙهي مڙيئي پليت پيٽ جي جهنم جي پورائي ڪندو آهي. مسلمانن جي ڳوٺن ۾ پڻ مسڪين لاءِ ڪي چاشنيون پلاءَ ڪونه چڙهنداآهن، جيڪا سندن ٻچن سئين آٽي پيش ڪندا آهن ۽ ڪن غريبن جي گهرن ۾ ته سندس ضيافت "رب پتاري" سان پڻ ٿيندي آهي.

"رب" جو انهن ماڻهن سان ڪو واسطو ڪونه پيو هوندو، جن کي به وقتي ماني ملي ويندي هوندي پر ٿر ۾ جن گهرن ۾ هڪ ويلي جا به داڻا نه هجن اهي پيٽ جي ڪيئن پورائي ڪن؟ ڪوبه ٻچڙيوال اهو ته ڪڏهين به ڏسڻ ڪونه چاهيندو ته سندس ٻچا بکئي پيٽ سڏڪا پربندا پربندا سمهي رهن. تنهن ڪري ويچارا غريب ٿري انهيءَ "رب" جي برڪتن سان هڪ ويلي جي داڻن سان چار پنج ڏينهن ڏکي ڪڍيو وجن. ڪندا ڇاآهن، جو، ٻاجهري جا لپ جيترا ڏريل داڻا پاٽي جي پريل ڪني ۾ اباري پتڙي "پيجي" ناهيندا آهن. "پيجي" چانورن جي ٿيندي آهي، پر "ٻاجهري جي پيجي" جو ٻيو نالو "رب" آهي ۽ ان کي به الله تعاليٰ جي طرفان وڏي نعمت سمجهي "رب پتاري" جي مقدس نالي سان سڏيندا آهن. پوءِ اها "رب پتاري" گهر جا ننڍا وڏا پاتي سرڪي رات جو انهيءَ اطمينان سان سمهي رهندا آهن ته سندن پيٽ ۾ ڪجهه نه ڪجهه ڪاڏو پيو آهي، جيستوڻيڪ "رب پتاري" کي نه ته

ڪاڏو چئي سگهجي ٿو ۽ نہ پاٽي" !

"رٻ" جو هڪ بيو ترقي يافتہ قسم "گس" آهي جا ذرا زياده معيار زندگي (Higher standard of life) رکندڙ ماڻهن کي نصيب ٿيندي آهي. ڇاڪاڻ جو انهن کي ڏٽيءَ پاڪ جي طرفان ڪجهہ "ڏيٽو" عطا ٿيل هوندو آهي. "ڏيٽو" ڪير ۽ ڪير مان نهيل شين کي ڪوٺبو آهي. آهي اها بہ "رٻ" جي "رٻ" ، پر ٿورو فرق ضرور اهي. "رٻ پٽاري" کي "گس پٽاري" جي صورت ۾ آڻڻ لاءِ، ڪي خاص اهتمام ڪونہ ڪبا آهن: رڳو "رٻ پٽاري" جي ٺهڪندڙ ڪني ۾ وٽو پري "جهڻ" (لسي) جو وجهڻو آهي ۽ ٿورو جوش ڏيڻ سان "گس پٽاري" تيار! اها "گس پٽاري" ذرا ذائقہ ۾ "رٻ پٽاريءَ" کان وڌيڪ لذيذ ٿيندي آهي ۽ آهي بہ ان کان وڌيڪ گهاٽي، تنهن ڪري ان کي بخوبي "ڪاڏو" چئي سگهجي ٿو. مينگهواڙ وري خاص مهمانن جي ضيافت، "گس" ۾ گيہ وجهي بہ ڪندا آهن، جيڪا سندن خيال موجب قابل رشڪ "ڊش" (Dish) تيار ٿيو پوي ۽ انهيءَ لاءِ مڙسن هي شعر ضرب المثل طور ناهيو آهي تہ:

"ڊند ڊيدان راپرامــٽـــا ، تي گش ۾ ناڪـــيـــو گـــهي"
"آمان شامهان شبڙ ڪاماري، مشلاجاٽي اي تماشو ڪي"

يعني مينگهواڙن وٽ مينگهواڙ مهمان ٿيا، تنهن ڪري "گس" ۾ وڌائون گيهہ ۽ آمهون سامهون ويهي، تڏهن شبڙڪا پري ڪاڏائون تہ مسلمانن تعجب مان چيو تہ هي وري ڪهڙو تماشو؟!

ڏڪارن ۾ ٿر پاڻ ۾ اصل ڪان ڪونہ ورهايو! ڏڪار، ٿر ۾ هروپرو گهڻو ويچو ڪونہ وجهن. بس، ٻئي ٽئي سالان نڪ سلاماليڪم. ماڻهن ٿو گذران مال ۽ ٻني تي، ڏڪار اچيو سندن مال ماريو وجي ۽ ڪيٽيون سڪايو وجي. ٿري ويچارا حيران وپريشان! پوءِ مُنيون پيڙي ڪندا منهن سنڌ ڏانهن، جتي پورهيو ڌنڌو لائي لابارو ڪري، پيا پنهنجو پيٽ پاليندا. ٿورو سمگلنگ جي زماني ۾ ڪن وجي ساد پٽيو هو، پر مٿان پيو جو مارشل لا، تہ هاٽي اهي بہ

اهڙي جا اهڙا. جيڪي غيبي مدد سان، مارشل لا جي اشڪنجي مان بچي ويا، سي اڄ بہ سڪيا ستابا آهن، باقي ٻيا گهڻو ڪري "آٽيون ۽ چاڙهيون ڏٽ ڏهاڙي سومرا" واري حالت ۾ هوندا آهن. چون ٿا تہ ڪوه مري جي پهاڙين جا باشندا ٻڻ ڏاڍا غريب آهن ۽ ڪڪڙيون بيدا وڪڻي پنهنجو پيٽ پاليندا آهن. پر ٿر ۾ نڪي ڪڪڙيون ٿين نڪي ڪُميون، جن جا آنا ٿري ڪٽي وڪڻن. ڪڪڙ تہ ٿر لاءِ هڪ عجوبو آهي!

سنڌ جا ماڻهو سمجهندا هوندا تہ ٿر ۾ ڪڪڙ ڪونہ ٿين، تہ پوءِ شايد مهمان مهي لاءِ ڪي چيلا ڪسندا هوندا! ائين بلڪل ڪونهي. ٿري ويچارا عام طور تي گهر ۾ ٻاجهري جي ماني، لسي سان کائيندا اهن ۽ ڏڪار ۾ مڙيئي "رب گس" ڪري پيا پورائي ڪندا آهن. پر مهمان جيڪڏهن اچي وڃي تہ "ٻوڙ پاچي" ضرور تيار ڪرائيندا آهن، چيلا تہ ڪهن گهند ٻڌل پير امير يا ڪرڙي ڪاموري لاءِ ڪٽي ڪهن، باقي عام مهمان لاءِ "ٻوڙ پاچي" ۾ "سنگرين جُو ڪاتيو يا راٻڙو" يا "چيڙن جي ڪچڙين يا ڪوڪلن جي ڪڙهي" تيار ٿيندي آهي، جنهن تي لوڻ مرچ جي خرچ کان سواءِ ٻيو ڪو خاص خرچ ڪونہ ٿيندو آهي. لسي ۽ گيهہ گهر جا هوندا آهن، سنگريون (ڪندي جي وڻ جون ڦريون) جهنگ مان آڻي ۽ چيڙ ٻنين مان چونڊي ڳنترا ڪري، اهڙن موقعن لاءِ اڳيئي پاڻ وٽ سُڪائي رکندا آهن، دير رڳو داغ ڏيڻ جي هوندي آهي، مهمان لاءِ ماني تيار، ڪريو بسم الله!

سنڌ ۾ اڻ سڃاڻو مهمان ڪي تہ اوطاق ۾ ئي گهڙڻ ڪونہ ڏين، تہ متان اڪ جهلي ڪو ٽپڙ نہ ٺڳائي وڃي ۽ صبح جو وري ميزبان جا ٻئي هٿ مٿي تي! پل وبنو ڪونديين ڪارن سان پيرا ڍڪائيندو وتي، پر اڻ سهائيندڙ سڃاڻو مهمان ڪي بہ ڏسندي "جل تو جلال تو، آئي بلا ٽال تو" وارو وظيفو بار بار دهرائيندا. شهرن وارن تي تہ هوٽلن جي وڏي مهرباني آهي جو اڻ دعوتيل مهمان هرويرر هوٽل ڇڏي، مانيءَ لاءِ ڪنهن سڃاڻو جي سر تي ڪونہ وڃي ڪڙڪندو پر ٿر جي ڳوٺن ۾ نڪا هوٽل نڪا سراءِ. اتي ڪو ماڻهو اوچتو وڃي نڪري تہ ڇا ڪري ۽ ڪيڏانهن وڃي؟ ٿرين ڪي انهيءَ مشڪلات جو اڳ ۾ ئي احساس آهي، تنهن ڪري مهمان چاهي سڃاڻو هجي يا اڻ سڃاڻو،

امير هجي يا غريب، وڏي ڪشاده دليءَ سان ڪيس ماني ڪارائيندا ۽ جيڪڏهن رات رهڻ چاهيندو، ته هنڌ بسترو ۽ وهڻ لاءِ گاهه چارو پڻ جام ڏيندا.

ٿر پاڪستان جو هڪ عجيب وغريب خطو آهي. جيڪڏهن ماڻهو وڏا وڏا سفر ڪري ڪَهي، نٿيا گلي، گهوڙا گلي، چانگلا گلي يا خيرا گلي وغيره ڏسڻ وڃن ٿا، ته هن پاسي ٿر به هڪ ڏسڻ جهڙو علائقو آهي. ائين برابر آهي ته اهي "گليون" پاڪستان جون بهترين "هل ستيشنون" (Hill stations) آهن، پر ٿر ۾ هل (جبل) صرف هڪ (ڪارونجهر ٽڪر) آهي، باقي استيشنون به الله ڏيندو، جڏهن اتان ڪا ريل نڪتي! البته چڱين موچارين ٽڪرين جيڏيون پٽون ضرور آهن، جن جو نظارو ايڏو جاذب نظر نه آهي، جيڏو ديچاريندڙ . پر هڪ پاڪستاني کي ڪم از ڪم، پنهنجي ملڪ جا سڀ عجوبه ڏسڻ گهرجن. ٿرپارڪر وارو ٿر، ڪڇري واري "آچڙي ٿر" يا بهاولپور واري "چولستان" وانگر "سنن ڪوهن ۾ سچ" وارو ٿر ڪونهي. هن ٿر ۾ بلند پٽون ته بيشمار آهن، مگر ساڳئي وقت وسهن بلڪل ويجهي ويجهي آهي. اڄ ڪلهه ٿر جي مسافري به ايڏي ڪا ڪنن ڪانهي. ماڻهو ته ڏِگن (ياڪ) تي چڙهي "هنزا" به گهميو اچن. ٿر ۾ شڪر آهي جو وري به لاريون ته آهن، جن جو سفر تڪليف ده ۽ ٿڪائيندڙ ڪٽي آهي، پر "هنزا" جي جابلو سفر جهڙو ڳاٽي ڀڳو ڪونهي. مناسب سمجهان ٿو ته دلچسپي رکندڙ دوستن کي، ننگرپارڪر جي رستي جو ڏس ڏئي ڇڏيان، متان ڪين قسمت ڪڏهن اوڏانهن وڃڻ جو موقعو ڪٽي مهيا ڪري.

حيدرآباد ميرپورخاص وري گاڏيءَ ۾ صبح جو چڙهبو. ميرپورخاص مان ساڳي گاڏي ڪٽي وڃي منجهند ڌاري نئين ڪوٽ ۾ لاهيندي. نئون ڪوٽ، ٿر جي آخرين ريلوي استيشن آهي. گاڏي مان لهندي، پهرين نظر وڃي انهن ١٠-١٥ لارين تي پوندي، جن جو منهن مليرڏانهن هوندو ۽ اوهان جي استقبال لاءِ انتظار ۾، قطار ڪيو بيٺيون هونديون. ڪي مٺي لاءِ، ڪي ڏيپلي لاءِ، ڪي چاڇري ۽ ڪي ننگرپارڪر لاءِ. حقيقت ۾ انهن "لارين" کي "بس سروس" چوڻ، پاڪستان جي ٻين بس سروسن جي بي عزتي آهي، پر

چاڪاڻ جو اهي، مال سان گڏ ماڻهن کي بہ ڍويو وجيو منزل مقصود تي پهچائين ٿيون،ورنہ آهن اهي مليٽري جاپراٽا نيلام ٿيل "چڪڙا" ، جن جي باڊي ۾ بہ سوڙهيون سيٽون ماڻهن لاءِ نااهيل آهن. باقي پويون حصو سڄو سامان سان ڀريو آهي ۽ ان سامان تي بہ ويچارا "پاسينگر" ٻوٽاڙا ڀڏيو، گرمين خواه سردين ۾ آسمان جي ڇت هيٺان ويٺا هوندا آهن ۽ اهي بہ سيٽون وري اهڙيون نہ سوڙهيون، جو مجال آهي جو ماڻهو پنهنجو پاسو بہ ورائي سگهي يا ٽنگون ڊگهيڙي سگهي. بس، هڪ ئي هنڌ، اهي ٻئي ڏينهن سواريءَ جا لوه ٿيو ويٺو هوندو، جڻ تہ رسن سان چئوڪنيو ٻڌو پيوآهي. اهڙي طرح ٻڌو ٻڌايو، ڳنڍڙي ٿيو، گوڏا "ڪونگڙا" ڪري، اهو ۱۰۹ ميلن جو سفر ڪڏي وجي پار پوندو. پر اهو بہ شڪر آهي، "پيادي ڪان ڪتي جي وات ۾ چڱو." اها بہ گذربل ۲۰ ب جي مهرباني، جنهن ۾ اهڙيون "لاريون" ايجاد ٿيون، جيڪي ٿر جي واريءَ جي وڏين وڏين پٽن مان بہ چڪيو هليو وڃن. نہ تہ انهن کان اڳ ۾ جيڪا ، انن تي چار ڏينهن لاڳيتو ننگرپارڪر لاءِ چڙهي ڪرٺي پوندي هئي، ان جو عذاب، هن وقت سوچڻ سان بہ هڏي هڏي ڪنبي ٿي. ان پٺارا جسم جو جوڙ جوڙ اُليڙي وجهنداهئا ، چيلهہ چڪناچور ٿي ويندي هئي ۽ ٽنگن ۾ اينرو ست نہ رهندو هو جو ماڻهو ان تان لهي بہ سگهي! پر جيڪڏهن ان تان ڪو همت پريو جت "سواري" کي چيلهہ ۾ ڏاڍا ٻک وجهي ڪٽي لاهي بہ وجهندو هو، تہ بہ ٽنگون زمين تي ڪُپڻ ڪان صفا جواب ڏئي بيهنديون هيون. ڪلاڪ اڌ تہ ائين پيون ڪنبديون ۽ ٿڙڪنديون هيون جو جڻ تہ "ڪَمري" جو مرض وٺي ويو اٿن. "ڪمري" جو مرض عام طرح انن کي ٿيندو آهي. ان جا اهڃاڻ اهي آهن، تہ ان جو ويهڻ وقت سڄو پويون ٿيڙو ۽ ٽنگون پيون ڏڪنديون آهن ۽ ڏڪي ڏڪي ڪافي دير ڪان پوءِ پٺارو وجي جهڪندوآهي ۽ جيسنائين ان ويهي، ايستائين "سواريءَ" جا ٻئي هٿ الله ڏانهن هوندا آهن، تہ متان ڪٿي پاسيرو ويهي ڪري نہ سندس ٽنگ ٽي ٽڪرا سو انن مان تہ ڪنهن ڪنهن کي "ڪمري" هوندي آهي، پر ان پٺارا هر "سواري کي پنجن ستن ڪوهن ۾ ئي "ڪمري" ڏيو ڇڏين. پر انهيءَ "ڪمري" واري سواري کان وري بہ "گوڏا ڪونگڙا" لاريون غنيمت آهن.

نئين ڪوٽ ڪان مٺي "وِچين" ڏاري پهچبو. مٺي پهچڻ سان ئي هڪ نئين ماڻهو کي اتي جي دنيا ئي نرالي ڏسڻ ۾ ايندي. هندو آبادي ايڏي، جو ماڻهو سمجهندو ته الاجي "ايوڌيا" ۾ اچي ويو آهيان يا "ڪاشي" ۾! مٺي، اوهان کي بلڪل "اشوڪ مهراج" واري "پراچين ڀارت" وارو نظارو پيش ڪندي! اهي ئي لانگوٽا، اهي ئي گهاگهرا، اهي ئي پنگهٽ، اهي ئي چنچل ناريون!! مسلمانن جي پڇا ڪبي ته رڳو اَچار خان چيئرمين جو ڏس ملندو. مڙس واقعي ئي مثير ۽ وڏو مهمان نواز آهي. هيترن هندن ۾ الاجي ڪيئن ٿو چيئرمين چوندجي. رات مٺي ۾ رهڻي پوندي. ٻئي ڏينهن صبح جو وري ساڳي لاري ڪٽندي، سا ٻنپهرن جو اچي اسلام ڪوٽ پهچندي. اسلام ڪوٽ ۾ مکي نهالچند ڪنهن چڱي ماڻهو کي ڪارائڻ ڪان سواءِ ڪونه ڇڏي. اتي ٿورو "دِابو" ڪري لاري خيرن سان ننگر پارڪر لاءِ اسهندي. واريءَ جي ڀٽن جي پڇاڙي اچي ويرا واهه ۾ ٿيندي. اتان پوءِ "پارڪر" شروع ٿيو وڃي. نئين ڪوٽ ڪان وٺي ويرا واهه تائين بيشمار بلند ڀٽون لنگهڻيون پونديون جن تي چڙهندي لاري ٻه چڪون ڏيو جند ڇڏائي. هونئن ٻه وبچاري واريءَ مان ۱۰-۱۵ ميلن جي رفتار ڪان وڌيڪ ڪانه هلي سگهي، پر جڏهن مٺي ڪان اوربان "گاڏي واري لڪ" تي چڙهي ٿي تڏهن هرڪنهن "سواري" جي زبان تي "صلوات سگوري" ۽ "ڪلمي شريف" جو عام ورود هوندوآهي. ڪي "بادشاهه پير" جون ڪنيون پيا باسيندا، ته ڪي "غونث جا روٽ"، ڪي وري پٿوري تي پيا باسيندا پڙون، ته ڪي مهادو تي منائيءَ جو هڙون.

پارڪر جو نقشو بلڪل پڌرو پيو آهي. سنڌ جي نقشي ۾ ڏاکڻي سرحدي سڌي ليڪ ڪان جيڪو ٻاهر نڪتل گول ٽڪرو هجي، سو آهي پارڪرآهي ته پارڪر ٻه ٿر جو هڪ حصو، پر ان ڪان هر ڳالهه ۾ نرالو آهي. ٿر ۾ واري ۽ ڀٽون، پارڪر جي زمين سنئين سڌي ۽ ٽڪرائتي. ٿر ۾ ٻولي "ڍاٽڪي": پارڪر ۾ "گجراتي." ٿر ۾ صرف خريف ۾ فصل ٿئي. پارڪر ۾ ربيع ۾ ڪڻڪ ٻه ٿئي، "هيرڻ" جي پوک ته پارڪر جي خاص پيدائش آهي. شايد ئي سنڌ جي ڪنهن ٻئي علائقي ۾ ايترو هيرڻ پيدا ٿيندو هجي. دائمي پاڻي هجي ته پارڪر جي زمين ۽ آبهوا خاص طور پٺاتن، ٻوهي مگ ۽ هيرڻ

لاءِ تہ پارس آهي. ٿر جي لنمبي ۽ تڪليف ده پٽن جي مسافريءَ کان پوءِ جڏهن نظر پارڪر جي پٽ تي پوي ٿي،تڏهن ماڻهو ائين محسوس ڪري ٿو، ڄڻ تہ ڪنهن وڏي "بيابان" مان نڪري "خيابان" ۾ اچي ويو آهيان. ويرا واهہ وٽ ٿر جي آخرين پٽ لهڻ سان ئي، اتي جي دنيا ئي بلڪل بدليل نظر ايندي. ٿن چئن ميلن جي ايراضيءَ ۾ اڳيان "سانگهاه" تلاءُ ۽ ان جي ڪنارن تي سيـاري ۾ ڪڪڙ جي ساوڪ، ڏاڍيءَ روح کي راحت ڏيندڙ آهن. "سانگهاهہ" چڏي اڳتي هلبو تہ "هيرڻ" جون بنيون ائين نظر ايندين، جيئن سنڌ ۾ ڦٽين جو فصل. جيئن ئي اڳتي وڌبو وجبو، "ڪارونجهر" جبل قريب ايندو ويندو. رستي سان نمن جون قطارون شروع ٿيون، تہ سمجهبو تہ ننگرپارڪ نزديڪ آهي ۽ شهر، جيڪو جبل جي بلڪل دامن ۾ آهي، ايستائين نظر نہ ايندو، جيستائين بلڪل ان جي ڪنڌ تي نہ وڃي بهجي. اهو تہ ٿيو پارڪر جو سياري ۾ نظارو، پر وسڪاري ۾ تہ پارڪر، لاريب ڪشمير جي ڏيکاري ڏيندو. جيستائين نگاهہ جي وسعت ڪم ڏيندي، اوستائين، بلڪل ساوڪ ئي ساوڪ ۽ پاڻي جا چشما نظر ايندا. انهن جي وچ ۾ وري سبز پهاڙين جون قطارون عجيب بهاري لڳايو بيٺيون هونديون! دل ائين پئي چاهيندي تہ دنيا مافيها کان بي نياز ٿي، جبل جي ڪنهن ٽڪريءَ تي ويهي، بس الله تعالي جي قدرت جو هيءُ پرڪيف نظارو پسندو رهجي! تڏهن تہ پارڪر جا ماڻهو چوندا آهن تہ "ڪارونجهرني ڪور، مَربي نان مڙبي ناهين" يعني ڪارونجهر جي قربت، مرڻ سان بہ ملي نہ سگهندي.

هاڻي وري موٽي ياچون ٿا مسڪين جي معاملي تي:

مسڪين تازو "عبرت" ۾ هڪ سنسني خيز خبر جو انڪشاف ڪيو، تہ پارڪر ۾ عيسائي مشنري اٽڪل پنج سئو ڪن ڪولهي ڪرستان ڪيا آهن. مسڪين مون کي اهو پڻ ٻڌايو تہ پارڪر ۾ "قادياني" مشنري بہ اٽڪل ڏيڍ سئو ڪن ڪولهي "قادياني" ڪيا آهن. مسڪين کي اها شڪايت ڪانهي تہ ڪرستان يا قادياني ڪولهين جي خدمت ڇو ٿا ڪن، مگر افسوس صرف اهو اٿس، تہ اهي پنهنجي خدمت جي قيمت مذهب جي تبديلي ۾ ڇو ٿا وصول ڪن. ڪين خدمت ڪرڻي آهي تہ مسڪين وانگر مذهب کان بالاتر

رهي، انسانيت ۽ صرف انسانيت جي نالي ۾ ڪن. باقي مذهب تبديل ڪرائي، پوءِ انهن جي خدمت ڪرڻ، اها انسانيت جي خدمت ڪانهي مسڪين پنهنجي "ليک" ۾ ائين ڪونه چاڻايو آهي ته باقي رهيل ڪولهين کي هڪدم مسلمان بنايو وڃي. بلڪ ان جي بجاءِ، حڪومت کي اپيل ڪئي اٿس، ته جن ظلمن کان پريشان ٿي، ڪولهي ڪرستان ديول جي وڃي چائنٺ چمن ٿا، انهن کان ڪين نجات ڏيارڻ لاءِ، هڪ ويلفيئر آفيسر مقرر ڪيو وڃي ۽ بس. مسڪين جو چوڻ آهي ته هن پاڻ به ڪيترائي ڪرستان ٿي ويل ڪولهي، وري واپس سندن اصلوڪي مذهب ۾ آندا آهن، ڇاڪاڻ جو سندن خيال موجب ڪولهين کي ڪولهي ئي رهڻ ڏنو وڃي ته ملڪ وملت لاءِ بهتر آهي. ايڏو تيزيءَ سان سندن عيسائي ٿيڻ اڳتي هلي ڪٿي پارڪر کي سياسي طور "نائيجيريا" يا "ويتنام" نه بنائي ڇڏي!

تازو محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سان ملاقات ۾ جڏهن انهي ڪرستان ۽ قادياني تبليغ جي ڳالهه نڪتي، تڏهن ڊاڪٽر صاحب مسڪين کي چيو ته جڏهن اها حالت آهي، ته توهين پاڻ ڇو نٿا اچوتن ۾ اسلام جو پرچار ڪريو؟ مسڪين صاف انڪار ڪندي عرض ڪيو ته "اهو ڪم مسڪين کان ڪونه ٿيندو ڇاڪاڻ ته پوءِ مسڪين جي خدمت ۽ ڪرستان، قادياني جي خدمت ۾ ڪهڙو فرق رهيو!؟" وڌيڪ چيائين ته مسڪين ته انهن جي به خدمت ڪندو رهندو جيڪي ڪرستان ۽ قادياني ٿي ويا آهن."

مسڪين "خودنمائي" ۽ "خودثنائي" کان پچندڙ ۽ "پدرم سلطان بود" واري اجائي آڊمبر کان هميشه پري رهيو آهي. ڪامريڊ غلام محمد لغاري کان روايت آهي ته ڪجهه سال ٿيندا ته محترم جي ايم سيد صاحب هڪ ماڻهو موڪليو ته مسڪين کان سندس "حال احوال" وٺي اچي. غلام محمد خان انهيءَ همراهه کي مسڪين جي ڳوٺ جو ڏس پتو ڏنو. همراهه وڏن ڪشالن ڪرڻ بعد مسڪين جي ڳوٺ پهتو، پر مسڪين جي پير ۾ سدائين چڪر، سو ڪيس ملي ڪونه سگهيو. ڪجهه وقت کان پوءِ وري ٻيهر آيو ته قسمت سان مسڪين کيس ملي ويو. مسڪين کي سائينءَ جو نياپو ڏنائين ۽ چيائين ته پنهنجي بابت ڪجهه لکي ڏي. مسڪين پهنجي متعلق ڪجهه به

ٻڌائڻ يا لکي ڏيڻ کان انڪار ڪيو. چيائين ته ”آئون پاڻ پنهنجي لاءِ ڇا چوان؟ ڪا هستي هجيم نه ان بابت لکان! سائينءَ کي عرض ڪجان ته مون کي انهيءَ ڳالهه لاءِ معاف ڪري.“ مسڪين جي جاءِ تي ٻيو ڪو همراهه هجي ها نه سائين وٽ سُرخرو ٿيڻ لاءِ وڏيون ڪي لباڙون لکي موڪلي ها.

مسڪين جو ايمان آهي ته جيڪو الله تعاليٰ کان ڊڄي ٿو، انهيءَ کي دنيا جي ٻي ڪابه هستي ڊيڄاري نٿي سگهي. گذريل مارشل لا جي دور ۾، جڏهن بداعمال سياسي سورمن کي لڪڻ لاءِ ڪٿي جا ۾ به ڪونه ٿي مليا، ۽ جڏهن ٿر ۽ پارڪر لاءِ گهٽو ”ڪجندڙ“ سنڌ جي ليڊر صاحبن، مارشل لا جي پهرين پنجن سالن ۾ ڊپ وچان ٿر ڏانهن منهن ڪري به ڪونه نهاريو، تن ڏينهن ۾ مسڪين بي ڊپائي سان، وڏو ”ڪر“ کنيو ٿر ۽ پارڪر ۾ غريبن جي هر ممڪن خدمت، ”دامي درمي نه سهي، سخني قدمي“ گهٽيئي پئي ڪئي. مارشل لا ۾ به مسڪين ڇو ڪنهن کان ڊڄي؟! مسڪين نڪا ڪا سياسي بداعمالي ڪئي هئي ۽ نڪا سون چاندي جي سمگلنگ.

مسڪين جيئن ئي نوڪريءَ کي خيرباد چئي خيرن جو ڳوٺ پهتو، ته اچي ڏنائين ته ”ملڪ سچو منصور“ لڳو پيو آهي! ڳوٺ جا ڪافي تعداد ۾ ماٺهو چورين، ڦرن، ڌاڙن ۽ ٻين بُرن ڪمن ۾ هيڪاندو ڪاهي پيل هئا. مسڪين جون سڀ سمجهاڻيون هنن لاءِ ”سانُ تي ٻنگائي“ پئي ثابت ٿيون. بس، ”سئو ماڪوڙو ڊيڊر پيٽو“ وارو قصو هو. هرڪو ”آپي خان“، نه ڪنهن جي چوڻ ۾ نه آکڻ ۾. نه الله جو ڊپ، نه حڪومت جو پئو، نه غريبن لاءِ ترس. هرڪو رات جي پيٽ ۾ رئيس ٿيڻ لاءِ سرگردان ۽ انهيءَ ڪوشش ۾ پٽ کوهه ۾ پورو! چوندا آهن ته ”ڪارو ٻڌ ڪمري سان، رنگ نه مٽائي ته به اوساڻ ضرور مٽائي.“ سو اهڙن ”مڙسيءَ وارن ڪمن“ ۾، جن لاءِ نه ڪنهن جي جهل نه پل، نه ڪو اُلڪو نه ڪُڻڪو، بلڪه الٽو ڪن همت پرين حمايت جو پنيءَ نيڪو: پوءِ پلا ڪنهن کي نه ريس ٿئي اهڙن پائرن سان پانگي پائيوار ٿيڻ جي؟! ”مڙسي“ نه پڌري پٽ پئي هوندي آهي، تڏهن وچي جيڪو ڪٽيس:

”جو بڑھ کر ہاتھ میں لی لے ، یہ ساغر اسی کاھی“

دير رڳو کهاڙيءَ کي "روهيءَ" تي به گهڪا ڏئي چڪي ڪلهي تي رکڻ جي آهي، ٻيو وري چور ٽيڻ لاءِ ڪي "تهجدون" ڪونه پڙهبيون آهن. هونءَ به اهڙا همراهه ويچارا سوچيندا آهن ته ٽي مهينا وسڪاري جا آڏيون ابتيون اوڙون ڏئي ڪٽي ڪيتيءَ ۾ پاڻ کي رذل به رکون، باقي نو مهينا سال جا مات ڪري کهڙيون وبهي مکيون ماريون؟! "بيڪار ڪان بيگار ڀلي" بيڪار مباش ڪچهه نه ڪچهه ڪيا ڪر" انهيءَ ڪان سواءِ پنهنجي اکين اڳيان پيا ڏسن ته جيڪي شرافت سان پيا هلن، تن لاءِ سدائين "روهه رلا، مٽي تي ڪلا". ڪٿو هيٺ ڪٿو مٿي. پيٽ پنيءَ سان لڳو پيو اٿن. بکن ۾ بي حال، مطلب ته جيئڻ ئي جنجال... ۽ هوڏانهن وري جيڪي اهڙن "مڙسيءَ وارن ڪمن" ۾ رذل، تن کي هڪڙي ٻيڙي اجرڪ هيٺ، ٻي مٿي ۽ ٽي وري ڪلهن ۾ ويڙهيل، جنهن سان ڪيڏي مهل مڙس، ڪچهريءَ ۾ "ڪانپ" ڪدي، وبهي وڏي واکي پنهنجا "ڪارناما" ڳڻائين ۽ اوڏي مهل مڇن کي خواه مخواه وٽ ڏئي، اکين ڏانهن پيا آڪڙائين! اناج سان سندن گُنديون پيون ڦاٽن، ڏيٽي سان چاڏيون پيون ٽٽن. "آوازا" پريو پريو ڪمين جا ڪلهائي نڪريو پون. هڪڙيون پٽاريون پاٽي ٻي پيون ڀهريو وڃن، ته ٻيون اجايلون آوازن تي اوهيرا ڪري پيون اڇن. رعب وري مڙسن جو اهڙو، جو هرڪو "لندي ٻتي" ڪئو وچان، سندن منهن تي ڪونه چڙهي. انهن سمورين ڳالهين کي ڏسي چڱن ڀلن همراهن جي واتن ۾ به پاٽي پرجيو اچي. پر قضا سان ڪيڏي مهل، ڪو ڪوڙڪي ۾ ڪٽي ڦاسيو پوي، ته وري پريا مڙس وڏا ڀڳڙ ٻڌي، پرهه ڦٽي سان ئي پوليس وٽ پهچيو وڃن. پوءِ ته سائين، بار بار جمعدار جي گاڏيءَ تي هٿ ۽ پنهنجي اڇي ڏاڙهيءَ جا واسطا! چوندا .... "هيڏانهن ڏس.... ۽ منهنجي اڇن جي هي دفعو ڪٽي عزت رک.....آئون ٽاٽن تي اچٽو نه وجٽو.... پر يار چا ڪريان، انهيءَ بي ايمان جي پوڙهي ماءُ ڪالهه ڪان منهنجي پَربي تُربي گهر ۾ لنگهڻ ڪديو اٿس سنها ٻچا اٿم... رن جي روج راڙي سان منهنجي ته هڏي هڏي ڪنبي ٿي.... هاٽي جمعدار وڏا، جيئن تون چوين تيئن ڪريون.... ڪنبي ٿي.... هاٽي جمعدار وڏا، جيئن تون چوين تيئن ڪريون.... منهنجي جيڪر مڇين، نه اهڙي سزا تا ڏيونس، جو ڪي ڏينهن نه

پل پيو ماڻس سان گڏ ڪنهن ڪنڌ ۾ روئيندو وتي!... آهي ته برابر چور چور جو پٽ... پر ڪيس جيل ۾ ساڙڻ سان پاڻ کي ڪهڙو فائدو؟! .... ڏيونس ٽا پيسي جي مار....! اهڙيءَ طرح چڱا مڙس چورن کي پوليس جي چنبي مان ڇڏائي، پاڻ سان گڏ گهڙن تي ٻيلهه چاڙهي اچيو ڪين گهرن پيڙو ڪن ۽ ٻئي ڏينهن وري ”اهائي ڪهاڻي، اهو ئي ڳن.“

انهن افعالن ڪري مسڪين جو ڳوٺ ايڏو ته بدنام ٿي چڪو هو، جو هڪ دفعي سال ١٩٤٦ع ۾ انگريز ڪماني استيفورڊ، ڏيڍ سئو سپاهه ساڻ ڪري، آڌي رات جو سامي ويري کي گهيرو ڪري گهر گهر جي جهڙتي وتي، 80 ماڻهن کي ٻڌي ڪٽي نوڙ ڪيو. دراصل چورن لوفرن کي انهيءَ حملي جي ڪا سنجهي ڪان ئي سُرس پئجي وئي هئي، سي ته سجهندي ئي ڳوٺ مان ٽڙي پکڙي ويا، باقي نزلو سجو وڃي ڪريو مسڪين جهڙن مولائين ۽ پوڙهن پينشنرن تي، جن کي چاليهه ميل پيادو پنڌ ڪرائي، گهلجي وڃي ننگر جي ترم ۾ هنيائون. ان ڪان پوءِ تياريون ٿيون ڪوسن خلاف ”گئنگ ڪيس“ ناهڻ جون. اوسي پاسي جا سوين ماڻهو اچي ڪنا ڪيائون بيان ڏيڻ لاءِ، پر جڏهن ڪنهن به اهڙن چڱن مڙسن خلاف هامي نه ڀري، تڏهن لاچار ٿي، ستن ڏينهن ڪانپوءِ، ڪين ڪٽي آزاد ڪيائون. جيل مان ڇٽڻ ڪانپوءِ، مسڪين وڏو ممڻ مچائي وڌو. اخبارن ۾ دانهي، اختياري وارن کي پڪاري، وڏيون انڪواريون ڪرائي وڌائين. انهيءَ ڪم ۾ ڪيس سنڌ اسيمبليءَ جي مخالف پارٽي جي سمورن ميمبرن ۽ خاص طور تي سوامي ڪرشنانند، جو ان وقت ٿر جو نمائندو هو، وڏي مدد ڪئي. اهو سڀ ڪجهه ڪرڻ جي باوجود به، مسڪين جي ”اندر جو قاضي“ سدائين ڪيس اهو احساس ڏياريندو رهيو، ته چند چورن جي ڪري، سجو ڳوٺ ٿو بدنام ٿئي. تنهن ڪري جيستائين هڪ هڪ ڪري چونڊي چور ڳوٺ مان نه ڪڍيا ويندا يا انهن کي پوري طرح سڌاريو نه ويندو، اوستائين اهو بدنامي جو داغ ڳوٺ جي پيشاني تان ڪونه متندو. تنهن ڪري مختلف طريقن سان، مسڪين چورن خلاف سرگرم عمل رهيو. مگر اڳيان به چور پنهنجي نالي سان هئا سي. ”چري ڪيئن، چي ويران وير وڌ.“

مسڪين اجان انهيءَ مهم ۾ مشغول هو، ته مٿان ٿي پيو پاڪستان، پاڪستان ٿيڻ کان پوءِ ، مسڪين هڪ اهڙو ڪارنامو سرانجام ڏنو، جنهن اڳتي هلي "بين المملڪتي" حيثيت حاصل ڪئي.

پاڪستان ٿيو، ته باردر تي چور ۽ ڌاڙيلن موسمي ڪنڀين وانگر پيدا ٿي پيا. جيڪو نه چور سو به چور. ٻنهي حڪومتن ۾ اجا نڪو پاسپورٽ، نڪو ويزا سسٽم جو معاهدو. نڪو هيڏانهن جو ماڻهو يا پوليس هوڏانهن وڃي سگهي، نڪو هوڏانهن جو هيڏانهن انهيءَ ڪري چورن جي وچ ۾ بيگهي مچي پئي. باردر جي ٻنهي پاسن وارا چور ڌاربل، هٿياربند ٿي، باردر جي ڀر وارن سون ڳوٺن جو هزارن جي تعداد ۾ روزانو مال چوري ڪري ويندا هئا. ٿرين جو گذران ئي "ڏُڌي چوئي" تي. سو مال ڪاهي وڃن چور، باقي سڪٽو سج ۾ ويهي ويچارا ڇا ڪن؟! تنهن ڪري چورن جي انهيءَ عام آزار ڪري، ڪيترائي باردر جي ٻنهي طرفن جا ڳوٺ خالي ٿيڻ لڳا. مسڪين، چورن ڌاڙيلن جي انهيءَ لوٽ مار کي دائمي طور ختم ڪرڻ لاءِ، ٻارهن مهينا ٻنهي حڪومتن جي لوڪل پولس آفيسرن سان لهه وچڙ ۾ رهيو ۽ کين مجبور ڪندو رهيو، ته پاڻ ۾ ملي، ميٽنگون ڪري، هڪ ٻئي جي حدن جو ويل مال موٽرائي ڏين. ٻي حالت ۾ باردر تي وڏي لڏ پلاڻ شروع ٿي ويندي ۽ ٿر ۾ بک ۽ بيروزگاري پيدا ٿيندي، پر ڪنهن به طرف جي پوليس، پنهنجي ذميداري تي اهڙيون ميٽنگون ڪرڻ لاءِ آماده نه ٿي. ان وقت ننگرپارڪر جو صوبيدار حاجي عبدالله خان بروهي هو، جو هن وقت ڊي ايس پي سانگهڙ آهي، ۽ مختيارڪار مرحوم مسٽر عبدالغفور آرائين هو. ٻئي صاحب ڏاڍا نيڪ دل ۽ عوام جا هڏ ڏوکي هئا، تن آخر هامي ڀري ته مسڪين هندستان جي ٺاٺي ٻاڪاسر جي پوليس کي وٺي اهڙي ميٽنگ لاءِ آماده ڪري. مسڪين انهيءَ پوليس کي به آخر وڃي مڃايو. پهرين ميٽنگ، مسڪين پنهنجي ڳوٺ سامي ويري ۾ منعقد ڪرائي، ڇاڪاڻ جو اهو ڳوٺ بلڪل باردر تي آهي. ٻنهي طرفن جي لوڪل پولس، باردر پوليس، باردر جي تنگ ڳوٺن جا نيڪ مرد ۽ هزارين پاڳيا، جن جو مال چوري ٿي ويل هو، سي اچي ان ميٽنگ ۾ شريڪ ٿيا. ٻنهي پوليسن ۽ نيڪ مردن قسم قسمات کٽي پاڻ

۾ واعدا ڪيا، ته چوري ٿيل مال، ڪوشش ڪري هٿ ڪري ماهوار ميٽنگون رکي پاڳين کي واپس ڪيو ويندو. ٻنهي طرفن جون دليون صاف ۽ نيتون نيڪ هيون، تنهن ڪري هر ميٽنگ ۾ هزارن جي تعداد ۾ چوري ٿيل مال مالڪن کي واپس پئي مليو، اهي ميٽنگون، اهڙي نموني خانگي طرح سان ست سال هليون ۽ هر هڪ ميٽنگ جي ڪاميابي ڏسي، سرڪاري طرح، ٻنهي حڪومتن انهيءَ سرشتي کي بحال ڪيو ۽ پوءِ ايس پي ۽ ان کان به وڏي ليول تي کوکراپار ۾ سيپٽمبر ١٩٦٥ع جي لڙائيءَ تائين، اهي ميٽنگون منعقد ٿينديون رهيون ۽ ٻنهي طرفن جي عوام کي چورن ڌاڙيلن جي عام آزار مان هميشه لاءِ نجات ملي.

آخر ۾ اهو چوندس ته جنهن "ٿر" نه ڏٺي هجي، سو "مسڪين" کي ڏسي! پري وڃڻ جي ضرورت ڪانهي، مسڪين ٿر جي بک، بيڪسي، ڪسمپرسي ۽ مظلوميت جو جيئرو جاڳندو مجسمو (Symbol) آهي! هن وقت اهو چوڻ مشڪل آهي، ته مسڪين جيڪو خدمت خلق جو "ادارو" پنهنجي پويان ڇڏيندو، تنهن کي مشعل راه بنائي، نئين نسل مان ڪو مرد مجاهد نڪري، عوام ۾ ذهني يا معاشي انقلاب آڻيندو. مگر ساڳئي وقت، انهيءَ کان به انڪار ڪري نٿو سگهجي، ته "مسڪين" غريب پنهنجي زندگيءَ جو اڌ ڪان وڌيڪ عرصو، ٿر جي وسيع ۽ عريض بي آب وگياهه، لق ودق صحرا ۾ هزارين ميل،پيرين پيادو هلي، انهن ابوجهه ٿرين ۾ سماجي شعور ۽ سياسي سجاڳي آندي آهي، جن مان ڪيترن اجا ريل گاڏي به ڪانه ڏٺي آهي انهيءَ کان وڌيڪ، بنيادي ڪم (Spade work) ايندڙ نسل کي ٻيو ڪهڙو گهرجي؟ مسڪين جهڙا قوم لاءِ ڪشالا موجوده زماني ۾، "مائوزي تنگ" کان سواءِ ٻئي ڪنهن به مصلح قوم شايد ئي ڪاٽيا هجن. الله تعاليٰ ڪوشش چور جي به ڪونه وڃائي، سو مسڪين مجاهد جي سڄن سارن ٽيهن سالن جي ڪمائي، ڪٿي ٿي رائگان وڃي؟! ڪڏهن نه ڪڏهن، هٽي وڃي هنڌ ڪندي. بهرحال "هنڌ" جڏهن به ڪري، يا نه به ڪري، مسڪين کي ان جي نڪا ڳڻتي آهي، نڪا پرواه! مسڪين مولائي پنهنجو ڪم خاموشيءَ سان، بغير ڪنهن شور وشر يا نام ونمود جي، تادم آخر ڪندو

ئي رهندو. "مائوزي تنگ" پنهنجو 25000 ميل لمبو مارچ (Long march) پورو ڪري پنهنجي منزل مقصود حاصل ڪري چڪو آهي پر مسڪين محترم جو لانگ مارچ اڃا به جاري و ساري آهي!! ڪڏهن ختم ٿو ٿئي، ان جي خبر الله کي! لطيف سائين رحه به اهڙن ئي انسانن لاءِ ته چيو آهي:

"اڃا به آهين، ڪلجڳ ۾ ڪي ڪاپڙي!"

# سنڌي ساهت گهر جا ڇپايل ڪتاب

| # | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| 1 | علامہ آءِ آءِ قاضي (ٻيو ڇاپو) | قاضي فيض محمد | 25/= |
| 2 | ڏکيون جان نہ مڙن (ٻيو ڇاپو) | ناز سنائي | 75/= |
| 3 | ڪڇان نان ڪافر | ناز سنائي | ختم ٿيل |
| 4 | ماءُ ڪاموري هنيا | ناز سنائي | ختم ٿيل |
| 5 | رڃ جي رتو ٽيا | ناز سنائي | ختم ٿيل |
| 6 | هاري ڪميٽي ۽ الائي تحريڪ | قاضي فيض محمد | ختم ٿيل |
| 7 | ڏونگر جن ڏوريا | ناز سنائي | ختم ٿيل |
| 8 | چانڊوڪي ۽ زهر | موهن ڪلپنا | ختم ٿيل |
| 9 | زندان جي جهروڪي مان | ڪامريڊ غلام محمد لغاري | ختم ٿيل |
| 10 | زندگي | موهن ڪلپنا | ختم ٿيل |
| 11 | منهنجي اڪائي | ڪامريڊ غلام محمد لغاري | ختم ٿيل |
| 12 | حفيظ شيخ | ناز سنائي | 10/= |
| 13 | عيد جي ڪهاڻي | ناز سنائي | 20/= |
| 14 | دادر پل جا پار | ڪرشن چندر/ناز سنائي | ختم ٿيل |
| 15 | سون ورني ڌرتي | ڊاڪٽر سليمان شيخ | 20/= |
| 16 | وسواس | موهن ڪلپنا | ختم ٿيل |
| 17 | يورپ ۾ تي چڙهائي | عبدالقادر جوڻيجو | 20/= |
| 18 | انٽرويو | طارق اشرف | 30/= |
| 19 | تصوف جي جيڙ ڦاڙ | نجم عباسي | ختم ٿيل |
| 20 | سنڌي ذات هنجن | رسول بخش پليجو | ختم ٿيل |
| 21 | ڏئو ان ڏئل | نجم عباسي | 20/= |
| 22 | مائوءَ جي ملڪ ۾ | عبدالجبار جوڻيجو | 30/= |
| 23 | مٺي سنڌ سڪار | نجم عباسي | 25/= |
| 24 | سچ سان دوکو | ناز سنائي | 15/= |
| 25 | نوان چار درويش | ناز سنائي | 25/= |
| 26 | سوچون ٻڪا واڪا (ٻيو ڇاپو) | استاد بخاري | 45/= |
| 27 | ٻہ ناول | موهن ڪلپنا | 30/= |
| 28 | سوڀ سدائين سچ جي | آزاد قاضي | 20/= |
| 29 | غلام جا ٽهڪڙا | غلام حسين رنگريز | 20/= |
| 30 | چولو منهنجو ڇڪ ۾ | هري دلگير | 30/= |
| 31 | سدا سرها گل | يوسف سنڌي | 16/= |
| 32 | ڪاري ڪڪر هيٺ (ٻيو ڇاپو) | استاد بخاري | 45/= |
| 33 | بند دروازو | امرتا پريتم/ولي رام ولڀ | 25/= |
| 34 | اسين مسافر پيار جا | ادل سومرو | 35/= |
| 35 | اوهان جي پڇائن | رسول بخش پليجو | 40/= |
| 36 | ساگر جي ڪنڌي تي | حفيظ شيخ | 25/= |
| 37 | سنڌي جو اتحاد ۽ سربستہ ٽولا | آزاد قاضي | 25/= |
| 38 | ڪنوار جي سيج | خليل جبران/ م. ن. محزون | 30/= |
| 39 | بغاوت ۽ آزادي | خليل جبران/ منصور قادر جوڻيجو | 20/= |
| 40 | ڌرتي سرتي (ٻيو ڇاپو) | استاد بخاري | 100/= |
| 41 | پيڄو جاهي جا نو حامي؟ | ابو جبران | 30/= |
| 42 | جڏهن ڌرتي جاڳي | ڪرشن چندر | 25/= |
| 43 | موهن جو دڙو | علي باب | 30/= |
| 44 | حسين سو | حسين بروهي | 30/= |
| 45 | مون توکي پيار ڪيو | يونس شير سنڌي | 25/= |
| 46 | باهيون پيرڪين جون | تاج جويو | 25/= |
| 47 | پيغامبر/ پيغامبر جو باغ | خليل جبران/م. ن محزون | 30/= |
| 48 | پياسي ڌرتي پياسي دلريون | ڪرشن چندر/ سنڌري اتم چنداڻي | 30/= |
| 49 | سرمد يوٽي | گوبند مالهي | 30/= |
| 50 | زندگي زندگي | استاد بخاري | 75/= |
| 51 | زوال | ترب ڪامبو/ قاضي خادم | 30/= |
| 52 | مان دوهي هان | عزيز سنڪور | 50/= |

| # | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| 53 | تاريخ جا وسريل ورق | سوڀو گيانچنداڻي | 45/= |
| 54 | ڪنڌيءَ ڪڪ ملاري | ناجل بيوس | 60/= |
| 55 | ادب ۽ روايتون | قاضي خادم | 60/= |
| 56 | مجتا جي رج ۾ | سي زميني | 60/= |
| 57 | قوم جوي بي بول | تاج جويو | 20/= |
| 58 | منهنجي حياتيءَ جا سونا روپا ورق | پوپٽي هيراننداڻي | 60/= |
| 59 | پرنس | ميڪاولي/ م.ن محزون | 40/= |
| 60 | بکل ڪنيزانيون | خليل جبران/ م.ن. محزون | 30/= |
| 61 | ان جاڻ | قاضي فيض محمد | 40/= |
| 62 | مرشد جو نينهن ۽ نيايو | خليل جبران/م ن. محزون | 30/= |
| 63 | بابيل جي آخري ڏينهن | رسول ميمڻ | 40/= |
| 64 | جستجو لا تقنطو | استاد بخاري | 40/= |
| 65 | ڏک سکن جي سونهن | گل ڪونڌر | 30/= |
| 66 | دکي انسان | وڪرهيوگو/ موتيو مل منگهارام | 25/= |
| 67 | سپيتن ڪان رتل سپنا | الطاف ملڪاڻي | 30/= |
| 68 | ونون جوتون (بيو ڇاپو) | استاد بخاري | 125/= |
| 69 | ترڪ ۽ مرڪ | خليل جبران/م.ن. محزون | 65/= |
| 70 | گيت سان جا جيت اسانجي | استاد بخاري | 100/= |
| 71 | پوهيي جون تحريرون-1 | مرتب: ناز سنائي | 75/= |
| 72 | تاريخ ڪالهائي ٿي | سوڀو گيانچنداڻي | 45/= |
| 73 | زندگي ڪيئن گذارجي | ڊيل ڪارنيگي/غلام محمد ساهوڻي | 60/= |
| 74 | اکين ۾ بي ويهه | مقبول مارو | 35/= |
| 75 | الا ڏاهي ۾ نيان | عثمان علي انصاري | 35/= |
| 76 | لهر لهر دريا | استاد بخاري | 45/= |
| 77 | هرڻ هنيلا بيٺا سوچن | رسول بخش پليجو | 45/= |
| 78 | سنڌي ڪهاڻي جي اوسر | جگديش لڇاڻي | 50/= |
| 79 | بي عظيم ساعر | هولا رام هنس | 70/= |
| 80 | سسين جي سرهاڻ | تاج جويو | 75/= |
| 81 | ندا وندا ويچ | رسول بخش پليجو | 40/= |
| 82 | زميني ديوتا | خليل جبران/م.ن. محزون | 30/= |
| 83 | بهارن ۾ پڪار | خليل جبران/م.ن. محزون | 35/= |
| 84 | آگوان | خليل جبران/م.ن. محزون | 30/= |
| 85 | بندبون | نجم عباسي | 40/= |
| 86 | سڏن مٿي سڏڙا | علي احمد بروهي | 70/= |
| 87 | پيار ڪهاڻي | نجم عباسي | 100/= |
| 88 | هڪ اداس ڇوڪري | امرتا پريتم/ عرفان مهدي | 40/= |
| 89 | تلاش | نجم عباسي | 60/= |
| 90 | ماستريائي | نجم عباسي | 40/= |
| 91 | نارجر سيل جي شاعري | اديب انقلابي | 100/= |
| 92 | ڪک بن | علي احمد بروهي | 45/= |
| 93 | مجنون | خليل جبران/م.ن. محزون | 30/= |
| 94 | زندگيءَ جو جلوس | خليل جبران/م.ن. محزون | 30/= |
| 95 | ٻادن جي وير | غلام رسول ڪلهورو | 40/= |
| 96 | انسان ۽ شيطان | خليل جبران/م.ن. محزون | 40/= |
| 97 | نين سفر ۾ | سعيد ميمڻ | 80/= |
| 98 | ڪن بل جو جانورو | ممتاز بخاري | 35/= |
| 99 | ڪبير - ميران | مرتب: ناز سنائي | 80/= |
| 100 | مان براڏو سڌ جو | ناز سنائي | 100/= |
| 101 | پياسي سانيان جل ٿل خواب | رخسانه پريت حنر | 100/= |
| 102 | تو بجاڻان شيرين | ناز سنائي | 100/= |
| 103 | آخري ننا | هري موٽواڻي سنڌي | 100/= |
| 104 | ڪوڪن پ ڪنيان | استاد بخاري | 150/= |
| 105 | موهن ڪلپنا جون تحريرون-1 | مرتب: ناز سنائي | 100/= |
| 106 | هرتي هيج وطن جا | استاد بخاري | 100/= |

**گهرائڻ لاءِ لکو:**

منصور بينسنگ ايجنسي. افيس نمبر 18- سيڪنڊ فلور. سيلٽر ڪينٽ ساننگ مال. ڪينٽونمينٽ حيدرآباد. فون: 784350



مسڪين جهان خان کوسي تي، مجني خان بلوچ ڪتاب لکي، ان زماني ۾ ادبي دنيا ۾ پنهنجو
ڏاڪو ويهاري ڇڏيو. اُن ڪتاب تي جيترا رايا ۽ تبصرا ٿيا، سنڌيءَ ۾ شايد ورلي ڪنهن ڪتاب تي ايترا
تبصرا ٿيا هجن.... "مسڪن" ۽ "مجنون" اڄ ٻئي اسان وٽ موجود ناهن. مجنونءَ جڏهن هيءُ ڪتاب
لکيو ته مسڪين اڇوتن لاءِ پيو ڪم ڪري. اڇوت ايڏا احسان فراموش ناهن جو اُن کي وساري ڇڏين...

۽ اهو بعيد از قياس ڪونهي ته مسڪين جو هن دنيا مان جامو مٽائڻ تي، "پارڪر" جا
"اڇوت" مٿس ڪو شاندار قبو نه ڪٽي اڏائي سگهن، پر هڪ ٿاهوڪي "ڏيوري" ضرور ٺهرائيندا، جنهن
تي هر سال، هيرٽن جو فصل ڪٽي، وڏو شاندار ميلو لڳائيندا....."
ها "ڏيوري" ۽ ميلو ته پري پر مسڪين، ڪنهن کي ياد به ڪونهي....!

ناز سنائي

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاڻو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَرَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوِ، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)